# مِيين عِنات جي شاعريءَ ۾ رومانويت



عرفان ڏاهري

# ميين شاهہ عنات جي
# شاعريءَ ۾ رومانويت

عرفان ڏاهري

حضرت ميون شاهہ عنات رضوي فائونڊيشن

**BOOK NO: 5**

كتاب جو نالو: ميين شاھ عنات جي شاعريءَ ۾ رومانويت

موضوع: اڀياس

ليکڪ: عرفان ڏاهري

ڇاپو: پهريون 2021ع

ڇپائيندڙ: حضرت ميون شاھ عنات رضوي فائونڊيشن

MIYEN SHAH INAT JE SHARI,A MEN ROMANVIAT

**[Study]**

writer: Irfan Dahri

Edition: First 2021

Published by: Hazrat Miyoon Shah Inat Rizvi Foundation

# ارپنا

پياري والد مرحوم لال بخش، منهنجي منڙي امڙ، پنهنجي پياري ڀاءُ سمان، چاچي استاد مومن ڏاهري ۽ سنڌي شعبي جي سيني استادن، خاص طور تي ڊاڪٽر فياض لطيف ۽ ڊاڪٽر ريحانہ نظير جي نانءَ، جن جي تعليم ۽ تربيت جي بدولت مونکي گھڻو ڪجھ سکڻ، لکڻ ۽ پڙهڻ جو موقعو نصيب ٿيو.

”تعليم انسان کي ڳالهائڻ تہ سيکاريندي آهي، پر اهو ناهي سيکاريندي تہ ڪڏهن، ڪٿي ۽ ڪيترو ڳالهائڻو آهي. “

(شيخ سعدي رح)

# فهرست

## باب پهريون



## باب ٻيون

## باب ٽيون

# پيش لفظ

سنڌي شاعريءَ جو ڪلاسيڪل يا اساسي دور فني ۽ فڪري حوالي سان پنهنجي وسعت ۽ گوناگُونيت ۾ عوامي، عروضي ۽ جديد شاعريءَ کان هڪ الڳ ۽ منفرد حيثيت رکي ٿو. ان ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته، سنڌي شاعريءَ جي هڪ مضبوط ۽ پختي عمارت جو بنياد رکڻ ۽ ان جي چڱي چوکي مرمت ڪري توڙ تائين رسائڻ جو ڪم به سنڌي ڪلاسيڪل شاعرن جي ورثي ۾ شامل آهي، جنهن ۾ قاضي قادن، شاهه ڪريم، لطف الله قادري، ميون شاهه عنات، خواجه محمد زمان ۽ شاهه لطيف کان ويندي حمل، سچل ۽ بيدل وغيره جهڙا شاعر بنيادي حيثيت رکن ٿا، اهڙيءَ ريت جيڪڏهن ڏسجي ته، ان عمارت جي بنيادرکڻ ۾ جنهن شاعر پنهنجو هڪ ڀرپور ۽ بنيادي ڪردار ادا ڪيو اهو ميون شاهه عنات رضوي آهي، ڇاڪاڻ ته، هن سنڌي شاعريءَ جي جهوليءَ ۾ ڪيترا ئي نوان تخليقي موتي داخل ڪري، ان جي دامن کي تمام گهڻو وسيع ڪري ڇڏيو. هن سنڌي شاعريءَ ۾ نين روايتن، نون موضوعن ۽ نون گهاڙيٽن جو اضافو ڪري ڪيس هميشه جي لاءِ امر ڪري ڇڏيو.

البته افسوس ۽ بدقسمتيءَ جي ڳالهه اها آهي ته، تحقيق جي حوالي سان جيترو ڪم سنڌ جي هن يگاني شاعر تي ٿيڻ گهرجي ها، اهو هن وقت تائين ناهي ٿي سگهيو جنهن جا ڪيترائي سبب ٿي سگهن ٿا، پر ان جو وڏي ۾ وڏو سبب اسان جي بيحسي ۽ بيقدري آهي، ته اسان جدت ۽ نواڻ کي ڏسي، پنهنجي قديم لوڪ ۽ ڪلاسيڪل ورثي کي مسلسل نظرانداز ڪري رهيا آهيون- يا وري ڪن مخصوص

موضوعن ۽ روايتن جي اثر مان ناهيون نڪري سگهيا. بهرحال مون جڏهن ميين شاهه عنات جي شاعريءَ کي گهري نظر سان پنهنجي مطالعي هيٺ آندو ته سوچ ۾ پئجي ويس ته، هن عظيم ڪلاسيڪل شاعر جي شاعريءَ تي هن وقت تائين آخر ڪهڙن سببن جي ڪري ڪم ناهي ٿيو جڏهن ته تحقيق جي حوالي سان سندس شاعريءَ ۾ انيڪ ۽ اڪيچار پاسا موجود آهن، تنهنڪري مون اهو طئي ڪيو ته، مونکي سندس شاعريءَ جي فن ۽ فڪر تي ڪم ڪرڻو آهي. ان سلسلي ۾ مون جڏهن پنهنجي محسن ۽ شفيق استاد ڊاڪٽر فياض لطيف صاحب سان مشورو ڪيو ته، هن زنده دليءَ سان هميشه جيان منهنجي همت افزائي ڪندي چيو ته، اوهان ميين شاهه عنات جي شاعريءَ جي ڪنهن به هڪ مخصوص پهلوءَ تي تحقيقي حوالي سان مونوگراف لکو جنهن جي نه رڳو نگرانيءَ جو ذمو پاڻ کنيائون، پر "ميين شاهه عنات جي شاعريءَ ۾ رومانويت" جهڙي بهترين موضوع جي پڻ چونڊ ڪري ڏنائون.

مون جڏهن مون ميين شاهه عنات تي رومانويت جي حوالي سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ته، تمام گهڻين ڏکائين ۽ مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو پيو ڇاڪاڻ ته ميين شاهه عنات تي گهٽ تحقيق هجڻ سبب لاڳاپيل موضوع تي مواد ملڻ انتهائي مشڪل هو پر پوءِ به ڊاڪٽر فياض لطيف صاحب جن جي رهنمائي ۽ همٿائڻ سبب مون پنهنجي ان ڪي توڙ تائين پهچايو جيڪو ڪم هن وقت اوهان جي هٿن ۾ آهي. اهو ڪم ڪيترو معياري آهي، ان جو تعين اوهان ئي ڪري سگهو ٿا، ڇاڪاڻ ته ڪوبه ڪم حرفِ آخر نه هوندو آهي، تنهنڪري هن ڪم ۾ به ڪيترين ئي ڪچائين ڦِڪائيون تي سگهن ٿيون، جن کي تنقيد براءِ اصلاح جي صورت ۾ تهہِ دل سان قبول ڪيو ويندو. آخر ۾ مان پنهنجي نگران ڊاڪٽر فياض لطيف جو نهايت ئي شڪر گذار آهيان، جو پاڻ وقت به وقت هن ڪم کي وڌ کان وڌ بهتر بڻائڻ جي لاءِ پنهنجون قيمتي صلاحون ۽ رهنمائي آڇيندا رهيا. سنڌي شعبي جي

چيئرمين ڊاڪٽر اسحاق سميجي جو بہ مان نهايت ٿورائتو آهيان، جو پاڻ هن ڪم کي قبول ڪرڻ سان گڏوگڏ ڀرپور همت افزائي بہ ڪيائون ۽ هن مواد کي ڇپرائڻ لاءِ پڻ تمام گهڻي مدد ڪيائون. ياءُ مومن ڏاهري ۽ پنهنجي پيارن دوستن صدام حيدر جوڻيجي، شعيب ڏاهري ۽ محمد عيسيٰ چنا جا بہ وڏا وڙ جن هر حوالي سان ڀرپور مدد ڪئي.

آخر ۾ حضرت ميين شاهہ عنات رضوي فائونڊيشن جي روح روان سائين علي نواز شاهہ رضوي ۽ سيد ضيا عباس شاهہ صاحب جن جي بہ تمام گهڻي مهرباني، جن هي مونوگراف شايع ڪري، منهنجي ڪم کي عام حلقن ۽ ميين صاحب جي عاشقن تائين پهچڻ ۾ مدد ڪئي آهي.

**عرفان ڏاهري**

نومبر 2021ع

# باب پهريون

## رومان/رومانويت:

هاڻوڪي دور ۾ ادب جيڪو مقام ۽ مرتبو حاصل ڪيو آهي، ان جو وڏي ۾ وڏو سبب سموري دنيا ۾ فني ۽ فڪري تبديلن جو اچڻ آهي. جيڪڏهن ڏسجي ته، جيئن دنيا جي ٻين علمن ۾ مختلف وقتن تي مختلف تبديليون رونما ٿي چڪيون آهن، اتي ادب به پنهنجي روايتن کي برقرار رکندي، مختلف وقتن ۾ پنهنجا مختلف ڪارج ادا ڪندي هر دور ۾ هڪ نئون انداز اسلوب ۽ احساس کڻي سامهون آيو آهي. اد ب جي دنيا ۾ انهن تبديلين جو اچڻ ڪنهن نه ڪنهن لاڙي يا رجحان يا ڪنهن نه ڪنهن تحريڪ جي صورت ۾ ٿيو آهي. هوئنن ته انهن لاڙن، رجحانن ۽ تحريڪن ۾ ڪلاسيڪيت (Classicism)، نيو ڪلاسيڪيت (Neo-Classicism)، وجوديت(Existentialism)، حقيقت نگاري (Realism)، علامت نگاري (Symbolism)، انسان دوستي (Humanism)، سريلزم (Surrealism)، فطرت نگاري (Naturalism)، روشن خيالي(Enligtenment)، جديديت(Modernism)، مابعد جديديت (Post-Modernism)، ترقي پسندي(Progressivism) ۽ قوم پسندي (Nationalism) وغيره جهڙا لاڙا يا رجحان ۽ تحريڪون ادب جي دنيا ۾ جنم وٺنديون رهيون آهن، پر انهن سيني لاڙن، رجحانن ۽ تحريڪن منجهان رومانويت جي تحريڪ هڪ اهم ۽ بنيادي حيثيت رکي ٿي، جنهن ادب جي دنيا تي

نہ رڳو وڏا اثر وڌا آهن, پر ان وقت جي فرسوده قانونن, قاعدن ۽ اصولن کي ختم ڪري, ادب جي دنيا ۾ هڪ نئين تبديلي جو پيدا ڪئي آهي. ان ادب جي وسيع دنيا ۾ پنهنجي نون خيالن, تصورن ۽ نظرين جو اضافو ڪري, ان کي اڃا بہ وڌيڪ دلچسپ بڻايو آهي. اسان جيڪڏهن رومانويت لفظ جو ڇيد ڪنداسين تہ اسان کي مختلف ڪتابن, لغتن ۽ انسائيڪلوپيڊيائن ۾ ان لفظ جون مختلف لفظي, لغوي ۽ معنوي صورتون نظر اچن ٿيون, جيڪي مختلف وقتن تي دنيا جي مختلف ٻولين ۾ رائج رهيون آهن. فريڊرڪ شليگل پنهنجي ڀاءُ وليم ڏانهن 1793ع ڌاري هڪ خط ۾ لکيو تہ:

"I can not send you my explanation of the word Romantic, because it would be 125 sheets long. "[1]

ترجمو: "مان توکي رومينٽڪ لفظ جي وضاحت نہ ٿو موڪلي سگهان, ڇاڪاڻ تہ اها هڪ سئو پنجويهن صفحن تي ڦهليل آهي."

مٿين حوالي مان چڱي ريت اِهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ, رومانويت لفظ پنهنجي لفظي, لغوي ۽ معنوي حيثيت ۾ ڪيترو نہ وسيع آهي, پر اسان هتي مختصر طور ان لفظ جي تاريخي ۽ ارتقائي حيثيت تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

رومانويت (Romanticism) لفظ بابت مختلف محققن جو رايو آهي تہ, اهو رومن ٻوليءَ جي هڪ لفظ رومان (Roman) مان نڪتل آهي, جيڪو عام ٻولين (Varnacular languages) جي هڪ گروهہ لاءِ استعمال ٿيندو هو جنهن ۾ اسپيني, فرانسيسي, لاطيني, صومالي وغيره ٻولين کي روماني ٻوليون (Romance languages) سڏيو ويندو هو يا انهن ٻولين مان ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ لکيل ڪنهن خيالي قصي يا فرضي ڪهاڻي, تصوراتي نظم ۽ نثر کي رومان (Roman) سڏيو ويندو هو. يا انهن ٻولين مان ڪنهن بہ هڪ ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيل ڪنهن مواد يا ڪم کي رومانز (Romanz), رومان (Roman), رومانزو(Romanzo), رومانس (Romance) يا رومانسر (Romancar) سڏيو ويندو هو. اهڙي طرح ڪنهن مشهور و

ڪتاب جي لاءِ بہ اهو لفظ استعمال ڪيو ويندو هو تہ، گڏوگڏ اهو رومان يا رومانٽ(Roman or Romant) ڪنهن تصوراتي ڪم جي لاءِ بہ استعمال ٿيندو رهيو.

"انسائيڪلوپيڊيا آف رومانٽسزم" ۾ لفظ رومانيت بابت ڪجھ هن ريت وضاحت ملي ٿي:

"The first use of the word romantic in a literary sense seems to have emerged in Britain in the 1600s to mean something written in French, one of the Romance languages (as opposed to the more clinical Latin). It was associated with quest narratives in which knights rescued ladies from firebreathing dragons. A century later, in 1755, Dr. Samuel Johnson, editor of the famous Dictionary, described "Romantick" as resembling the tales or romances; wild, improbable; false; fanciful; full of wild scenery"[(2)]

ترجمو: "ادبي مفهوم ۾ رومانٽڪ لفظ جو پهريون پيرو استعمال 1600ع ڌاري برطانيہ ۾ ٿيو. جنهن جي معنيٰ رومانس ٻولين منجهان فرينچ ٻوليءَ (ڪلينيڪل لاطينيءَ کان وڏيڪ مخالف) ۾ لکيل ڪا شيءِ ياتحرير وغيره. جڏهن تہ اهو لفظ ڪجھ اهڙن فرضي قصن ۽ ڪهاڻين سان بہ جڙيل رهيو جنهن ۾ گهوڙي سوار ويڙهاڪ، جيڪو عورتن کي باهہ اوڳاڇيندڙ بلائن کان بچائڻ جي جستجو ڪندو هو. هڪ صدي گذرڻ بعد تقريباً 1755ع ۾ هڪ مشهور لغت (آڪسفورڊ) جي ايڊيٽر سيموئل جانسن "رومانٽڪ" لفظ کي اهڙن افسانوي يا رومانوي داستانن جي لاءِ وضع ڪيو جيڪي غير مهذب، قياسي، فرضي، وهمي ۽ جهنگليْ منظرن سان ڀريل هجن."

جيڪڏهن اڃا بہ تاريخ جي تهن کي کوليندا ويندا سين تہ اسان کي ان لفظ بابت ڪي عجيب و غريب روايتون ملنديون. جيئن هڪ ادبي اصطلاحن واري لغت ۾ ڪجھ هن ريت لکيل آهي تہ:

"In literary history, one of the earliest dates it appears is 1140 when roman denoted a story in verse adapted from Latin

legends. Originally, roman referred to imaginative works in the vernacular, mainly the medieval French verse epics. By the 16th c. it was applied to works in prose"(3)

ترجمو: " ادبي تاريخ ۾ سڀ کان ابتدائي تاريخن منجهان اهو لفظ 1140ع ڌاري ظاهر ٿيو. جڏهن رومان جو اظهار لاطيني ڏند ڪٿائن جي اثر هيٺ اختيار ڪيل ڪنهن منظوم قصي يا ڪهاڻيءَ جي لاءِ ڪيو ويو. بنيادي طور تي رومان ڪنهن تصوراتي ڪم، جيڪو مقامي ٻولين يا خاص طور تي وچئين دور جي فرانسيسي ٻوليءَ ۾ لکيل منظوم رزميہ داستانن جي متعلق استعمال هيٺ آيو. جڏهن تہ سورهين صديءَ کان ان لفظ جو اطلاق نثر ۾ ٿيندڙ ڪمن جي لاءِ ٿيو. "

مچيل فربر (Michael Ferber) نالي هڪ انگريز محقق جي لکڻ موجب، لڳ ڀڳ 1832ع ڌاري ان لفظ بابت اسان جي محققن سوچيو تہ، اهو لفظ فلسفي(Philosophy) ۽ سياسي معاشيات (Political Economy) جي لاءِ بہ استعمال ٿيڻ گهرجي، هو ان لفظ جي اصليت بابت لکي ٿو تہ:

"Romantic ultimately derives from Latin Roma, the city of Rome,For surely the prevalent image of the ancient romans for many centuries now is that they were the least romantic of peoples. "(4)

ترجمو: بنيادي طرح رومانٽڪ لفظ اطالوي ٻوليءَ جي هڪ لفظ "روما"( روم جو شهر) منجهان اخذ ڪيل آهي. يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ، اڄ بہ ڪيترين صدين گذرڻ کانپوءِ قديم رومانين جي لاءِ اهو عام تصور آهي، تہ اهي گهٽ ۾ گهٽ رومانوي قسم جا ماڻهو هئا. "

تاريخ منجهان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ، لفظ "رومان" فقط ڪجهہ خيالي تصورن، فرضي قصن ۽ ڪهاڻين جي لاءِ استعمال ناهي ٿيو بلڪ عشق ۽ محبت جا داستان بہ ان جي زيب ۽ زينت بڻيل رهيا آهن. تہ گڏوگڏ سورمن ۽ سورمين جي بهادريءَ جا چرچا بہ سندس بنيادي موضوعن ۾ شامل رهيا آهن.

اهڙي قسم جو اظهار هڪ اردو اديب ۽ محقق علي عباس جلالپوري ان لفظ جي تاريخي حيثيت بيان ڪندي ڪجهه هن ريت ڪيو آهي تہ:

” پهرين صدي قبلِ مسيح ۾ جوليس سيزر جي فتحن جي ڪري، موجوده فرانس تي اهل روما جو سياسي تسلط مستحڪم ٿي ويو ايستائين جو روسي حاڪمن جي ٻولي لاطيني هئي، جنهن جا لفظ ۽ ترڪيبون مقامي ٻولين ۾ شامل ٿي ويا هئا ۽ هڪ نئين ٻولي وجود ۾ آئي، جنهن کي ”رومانا لنگوا “ چيو ويو. ان عوامي ٻوليءَ ۾ جيڪي قصا لکيا ويندا هئا، انهن کي رومان چيو ويندو هو اهي قصا سحر انگيز وارداتن، عشق، محبت ۽ بهادريءَ جي ڪارنامن تي مشتمل هوندا هئا، تنهنڪري انهن عنصرن کي رومان جا ترڪيبي جزا قرار ڏنو ويو. “(5)

بهرحال هر دور ۾ رومانويت يا رومانيت لفظ بابت مختلف معنائون ڏنيون ويون آهن، ايستائين جو ادبي نقادن موجب: فريڊرڪ شليگل هڪ سئو پنجويهن پنن تي رومانيت بابت جيڪا وضاحت پيش ڪئي، ان مان بہ رومانويت جو ڪو واضح تصور نٿو ٻيهي.

ادب جي دنيا ۾ سڀ کان پهرين انگريزي ٻوليءَ ۾ ان لفظ جو استعمال جوزف وارٽن (Joseph Warter) ۽ سندس ڀاءُ ٿامس وارٽن (Thomas Warten)۽ هرڊر(Herder) جهڙن اهم اديبن ۽ شاعرن 1871ع ڌاري ڪيو. تنهن بعد جرمن ٻوليءَ ۾ ان کي وڌيڪ اهميت ۽ حيثيت ڏيارڻ خاطر ’گوئٽي‘ ۽ ’شلر‘ جهڙن ٻن اهم محققن لڳ ڀڳ 1802ع ڌاري پنهنجو هڪ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. جرمن ٻوليءَ ۾ ان لاءِ رومينٽز (Romantisch) لفظ 1760ع ۾ مروج ٿيو ۽ فرينچ ٻوليءَ ۾ مادام دي استائيل (Madam de Stael)، فرائيڊرچ شِليگل (friedrich Schelegal)، آگسٽ وليم (August Wilhelm) ۽ سندس سٽ (Circle) ڀاران ان لفظ جو باقاعده استعمال ڪيو ويو جنهن لاءِ انهن رومينٽِڪ (Romantique) جو لفظ استعمال ڪيو پر خاص طور تي انهن ۾

مادام دي اسٽائيل جو ڪردار انهن سيني ڪان وڌيڪ ساراهہ جوڳو رهيو جنهن پنهنجي هڪ سفرنامي "De'L Allemage" ۾ ان لفظ ڪي ڪثرت سان استعمال ڪيو. اهڙي ريت روسي ٻوليءَ ۾ ان لاءِ (Romanticeskij)، اٽليءَ ۾ (Romantico) ۽ اسپين ۾ پڻ ساڳئي ئي نالي سان ان کي شهرت ملي.

## رومانويت جي وصف:

رومانويت بابت ايف. ايل. لوڪس جي اها ڳالهہ تمام گهڻي مشهور آهي تہ ان پنهنجي هڪ ڪتاب "The Decline and Fall of the Romantic Ideal" ۾ رومانويت جي حوالي سان لڳ ڀڳ يارهن هزار ٽي سئو ڇهانوي (11,396) وصفون بيان ڪيون آهن! ان ڳالهہ مان اها حقيقت سامهون اچي ٿي تہ، رومانويت لفظ، ادب وانگر هڪ وسيع معنيٰ رکي ٿو ۽ ادب جيان ان جي ڪابہ هڪ وصف مقرر نہ ٿي ڪري سگهجي. هونئن تہ رومانويت بابت ڪيترين ئي وصفون ملن ٿيون، پر اسان ڪجهہ وصفون ڏئي، ان جي اصل حقيقت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين، ڪنهن محقق رومانويت بابت ڪهڙي نہ خوبصورت وضاحت پيش ڪئي آهي تہ:

"Romanticism is the weeping star; it is the sighing wind,the chilly night,the bird in its flight,and the sweet-scented flower,it is the refreshings stream,the great ecstasy,the well by palm trees,rosy hope and her thousand lovers,the angel and pearl,the white robe of the willows. "(6)

ترجمو: "رومانويت روئيندڙ ستارو آهي، اها آهہ ڀريندڙ هوا آهي، سرد رات، پنهنجي پرواز ۾ اڏامندڙ پکي ۽ مٺي خوشبو رکندڙ گل آهي، اها فرحت بخشيندڙ چشمو عظيم وجداني ڪيفيت، کجيءَ جي وڻن پرسان کوٽيل کوهہ، هڪ روشن اميد، جنهن جا هزارين عاشق آهن. فرشتو موتي ۽ بيد مُشڪ جي وڻ جو سفيد لباس آهي. "

اصل ۾ رومانويت، ادب ۾ اظهار جي آزادي جو هڪ اهڙو ذريعو آهي، جنهن ڪلاسيڪيت جي قائم ٿيل اصولن ۽ ضابطن خلاف بغاوت جو نعرو بلند ڪيو پر هن نہ رڳو ڪلاسيڪيت کي الوداع ڪيو پر گڏوگڏ هڪ اهڙي فني تحريڪ جو روپ اختيار ڪيو. جنهن لڳ ڀڳ ارڙهين صدي جي آخر ۾ سڄي يورپ ۾ موجود روشن خيالي جي اصولن بدران پنهنجن اصولن کي لاڳو ڪيو. تنهنڪري وڪٽر هيوگو (Victor Hugo) رومانويت کي ادب ۾ آزاديءَ جي نالي سان سڏيو تہ ايملي (Emile) وري چيو تہ اها هڪ محبت سان ڀريل روحن ۽ حقيقي جذبن ۾ اندروني جنگ آهي. هڪ اردو اديب ڊاڪٽر محمد عالم خان رومانويت بابت بلڪل سچ ئي چيو آهي تہ:

” زندگي ۽ زندگيءَ جي مسئلن کي ڏسڻ ۽ پرکڻ جا ڪيترائي معيار آهن ۽ رومانويت بہ انهن مان ئي هڪ پيمانو آهي. “(7)

ڇاڪاڻ تہ هن هر انسان کي هڪ آزاد سماج مهيا ڪيو هڪ اهڙو سماج، جنهن ۾ ڪيس هر قسم جي آزادي ملي سگهي. بقول ڊاڪٽرساجده پروين: ”رومانويت انسان کي زبردستي مڙهيل قدرن، روايتن ۽ اصولن جي بندڻن کان مڪمل آزادي ڏياري. “(8)

ان جو وڏي ۾ وڏو سبب فرانس جو انقلاب آهي، جنهن بادشاهي دٻدٻي جي هيٺ هيسيل ماڻهن جو موت ڏسي، رومانوي تخليقڪارن کي ان سياسي سلطنت خلاف بغاوت ڪرڻ تي آماده ڪيو. ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ لکي ٿو تہ: ” 1779ع ۾ هي سڀ کان وڏو واقعو هو جنهن پراڻي سياسي نظام، جاگيرداري، ملوڪيت ۽ ڪليسا کي ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيو. “(9)

فطرت نگاريءَ سان پيار، خيالي، عقليت پسنديءَ ۽ تصوراتي دنيا کي پليڪار ڪرڻ ئي رومانويت جو اصل مقصد ۽ منشور آهي، تنهنڪري ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ هن تحريڪ نہ فقط ادب جي دنيا کي آسودو ڪيو پر فلسفي ۽ فنونِ لطيفہ کي بہ مختلف رنگن سان رنگي ڇڏيو.

## رومانوي تحريڪ جو تاريخي پسمنظر:

ادبي دنيا ۾ رومانوي تحريڪ جي وجود ۾ اچڻ جا ڪيترائي سبب هئا، پر محققن جي تحقيق موجب: روشن خيالي (Enlightenment)، ڪلاسيڪيت (Classicism)، صنعتي انقلاب (Industrial Revolution)، فرانس وارو انقلاب(French Revolution)، آمريڪا جي آزادي (American Independence)، عقليت پسندي (Rationalism) ۽ ماديت پسندي (Materialism) وغيره جهڙيون اهم تحريڪون ۽ لاڙا ان جي وجود ۽ جنم جي سلسلي ۾ هڪ اهم ۽ بنيادي حيثيت رکن ٿيون. روشن خياليءَ سماج کي نہ صرف تهذيب يافتہ بڻائڻ پر سماج جي جي فرسوده تصورن جن معاشري کي پنهنجي گهيري ۾ وڪوڙي ڇڏيو هو تن کي تهس نهس پڻ ڪيو. خيال کان مٿانهان شاعر (Transcedential Poets) پيدا ٿيڻ جي صورت ۾ شاعري جڻ تہ ديوين، پرين ۽ ديوتائن جي حمد وثنا جو ڪو قصيدو بڻجي چڪي هئي. اهڙي ريت ڪلاسيڪيت پنهنجن قاعدن، قانونن ۽ ضابطن جو ڄار وڇايو ۽ جڏهن صنعتي انقلاب شروع ٿيو تہ، ماڻهن ٻوٺاٽي زندگيءَ کي الوداع ڪري، شهري زندگي طرف وڌڻ شروع ڪيو جنهن جي ڪري سندن سوچ ۾ نہ ڪا تبديليءَ ٿي آئي ۽ نہ ئي سندن خيال ۾ ڪنهن قسم جي جدت ۽ نواڻ جنم ٿي ورتو فرسوده ۽ جمود جي بوءِ سان ڀريل ان سماج ۾ رهندڙن جي حالت اهڙي ٿي وئي هئي، جو سندن جسم احساساتي دنيا کان ڪٽجي جڻ تہ کوکلو ۽ خالي ٿي ويو هو جنهن ۾ نہ ڪنهن جذبي ٿي جنم ورتو ۽ نہ ئي ڪنهن احساس، امنگ ۽ اڌمي ٿي ڪين زنده هجڻ جو احساس ڏياريو مٿان وري فرانس جي انقلاب ڪنهن هڪ مخصوص طبقي کي ڇڏي، ڪري هر عام طبقي جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو هو سخت ڏڪار، ڏڪار، تحط ۽ غربت جي ڪري بک وگهي ماڻهو موت جي کوهہ ۾ منهن پر ڪري رهيا هئا، جنهن سبب ان انقلاب نہ رڳو سموري فرانس کي متاثر ڪيو پر گڏوگڏ پوري يورپ ۾ زندگيءَ جي مختلف شعبن ۾ تبديلي

آندي. ايستائين جو آزادي ۽ برابريءَ جو بحث اتان جي ماڻهن جو هڪ دلچسپ مشغلو بڻجي چڪو هو. جڏهن ته فرانس جي بادشاهه جارج ٽئين (George-III) جي احمقاڻہ رويي ڪري آمريڪا به آزاد ٿي ويو. عقيليت پسندي ۽ ماديت پسندي جي زنگ سان احساساتي ماحول ۽ تخيلاتي دنيا جو نالو نشان ئي ميسارجي چڪو هو. تنهنڪري اهڙي قسم جي سموري ڳنڀير صورتحال ۾ سماج ۾ هر جاءِ هڪ انقلابي صدا گونجڻ لڳي. ماڻهن کي اهڙي تذبذب ۽ ٻڏتر واري ماحول مان ڪڍڻ خاطر هڪ اهڙو سماج گهربل هو جتي کين سڪون ۽ راحت، سک ۽ شانتي ملي، جتي گل و گلزاريءَ جي خوشبوءَ سان معطر ڪي نوان خواب ڏسي سگهجن، پيار ۽ پاٻوهه جي پرچاز هجي، جتي انفراديت جو اظهار هجي. اهو ئي سبب آهي، جو اهڙي قسم جي ڀيانڪ صورتحال ۾ فرانس جي سرزمين تي جنم وٺندڙ روسو جهڙي هڪ عظيم فلاسافر "فطرت ڏانهن واپسي" (Back To Nature) جو نعرو هنيو جنهن رومانويت جهڙي تحريڪ جو باقائده نہ رڳو آغاز ڪيو پر ان جو بنياد بہ رکيو. سندس چوڻ هو تہ: " انسان آزاد پيدا ٿيو آهي، پر جتي ڏسو هو زنجيرن ۾ جڪڙيل آهي. "(10) روسو جو تعلق بنيادي طور تي تہ سياست ۽ سماجيات سان هو ۽ محققن جي تحقيق موجب رومانويت سڀ کان پهرين انهن ٻن اهم شعبن ۾ پنهنجو اثر ڏيکاريو بعد ۾ ان ادبي دنيا کي بہ متاثر ڪيو. روسو احساس کي عقل تيءِ فطرت کي سماج تي فوقيت ڏني:

"Rousseau articulated a number of tenets that were to remain central to the Romantic world view: a belief in the superiority of nature over society, of feeling over reason, of natural justice over the law, and of pantheistic religion over that of the Church. "(11)

ترجمو: "روسو ڪيترن ئي اصولن کي بيان ڪيو جيڪي رومانوي دنيا جي نظر ۾ هڪ مرڪزي حيثيت رکن ٿا. جنهن ۾ سماج جي مٿان فطرت، عقل جي مٿان محسوسات، قانون جي مٿان قدرتي

انصاف ۽ وحدت الوجود واري مذهب کي چرچ جي مٿان برتري ڏيڻ وارو عقيدو شامل هو. "

روسو رومانويت بابت جيڪو تصور پيش ڪيو اهو ئي اڳتي هلي رومانويت جو اصل مقصد ثابت ٿيو: "هن وٽ اهي سڀ عنصر موجود هئا، جيڪي بعد ۾ رومانويت جي خاصيت طور مڃيا ويا، يعني انفراديت پسندي، آزادي، فطرت ۽ انسان سان محبت ۽ جذبي جي قدر افزائي. "(12)

روسو رومانوي تحريڪ لاءِ جيڪا زمين ڪيڙي، ان ۾ وليم بليڪ ۽ رابرٽ برنس جهڙن ٻن اهم شاعرن اهڙو تہ ٻج پوکيو جو ان جي پيداوار 1798ع ڌاري، سريلا گيت (Lyrical Ballads) جي صورت ۾ حاصل ٿي، جنهن جي محنت جو ثمر وليم ورڊس ورٿ ۽ سندس دوست ڪالرج کي مليو جڏهن تہ شيلي(Shelly)، ڪيٽس(Keats)، رابرٽ سائوٿي (Robert Southy)۽ لارڊ بائرن(Lord Byron) وغيره جهڙن مشهور ۽ معروف شاعرن ان ڪيڙيل زمين جي باقاعده رکوالي ڪرڻ جو ذمو کنيو جيڪو ڪم اڄ تائين هر دور جا شاعر بنا ڪنهن اجوري جي سرانجام ڏئي رهيا آهن.

## رومانوي تحريڪ جو فڪري پسمنظر:

رومانويت جي شروعاتي دور ۾، ان جو موضوع فقط ڪنهن سورهيہ جي بهادريءَ جو ذڪر، عشق و محبت جا قصا ۽ خيالي دنيا، جيڪا بلڪل ئي مافوق الفطرت جي ويجهو هئي، جيڪي صرف موضوعاتي زيب و زينت جو ڏيک ڏئي رهيا هئا، پر آهستي آهستي دنيا جي ارتقائي عمل جي نتيجي ۾، جيئن ئي سماج جي اندر تبديليءَ جو ترهو ترندو رهيو تيئن ئي ان جي موضوعن ۾ بہ تبديلي ايندي رهي، جنهن بعد فڪري حوالي سان احساسيت، جذباتيت، داخليت توڙي خارجيت، انقلابيت، اخلاقيت، انسانيت، فطرت پرستي، حسن پرستي، وطن پرستي، حقيقت پسندي، انفراديت پسندي، وحدانيت پسندي،

ماضي پسندي، امن پسندي، محبت جو معراج، عشق ۾ محبت جا درد، آزادي ۽ ديوانگي، عڪسي ۽ محاڪاتي منظرنگاريءَ وغيره جهڙا موضوع هر دور ۾ رومانيت جا دلچسپ موضوع رهيا آهن ۽ اهي سيئي موضوع لڳ ڀڳ ارڙهين صديءَ ڌاري انگلينڊ جي سمورن رومانوي شاعرن جي شاعريءَ جا اهم ۽ بنيادي موضوع هئا:

"Many of the essential elements of Romanticism were indeed present in England toward the middle of the eighteenth century: some recognition of the role of the imagination, the emphasis on the original composition of the genius,the cult of sensibility, the vague religious feeling, the melancholy reverie, the interest in 'natural' poetry, the discovery of external nature. " (13)

ترجمو: " رومانويت جا ڪيترائي بنيادي عنصر لڳ ڀڳ ارڙهين صديءَ جي وچ ڌاري انگلينڊ ۾ موجود هئا: خيالي ڪردار جي سڃاڻپ، عقل جي اصلي جوڙجڪ يا بناوٽ تي زور، احساساتي مسلڪ، مشڪوڪ ۽ مبهم مذهبي جذبو اداسيءَ جو خمار فطرتي شاعريءَ ۾ دلچسپي ۽ خارجي دنيا جي ڳولا. "

تنهن ڪانپوءِ رومانوي شاعرن عام ماڻهن جي زندگيءَ جي بہ عڪاسي ڪئي، انهن جي ڏکن ۽ سکن، ريتن ۽ رسمن، رهڻي ۽ ڪهڻيءَ کي عام فهم ۽ سادي ٻوليءَ ۾ پيش ڪيو. ڊاڪٽر جميل جالبي ان بابت لکي ٿو تہ:

"آزادی، جذبات اور عوام، ان سے رومانیت کی تحریک نے اپنے خدوخال بنائے، اب تک شہری زندگی ادب کا موضوع تھی، اب دیہاتی زندگی ادب کا موضوع بن گئی، اب تک شاعر کو قدماء کے معیارِ ادب پر پرکھا جاتا تھا جس سے انفرادیت کی کوئی اہمیت نہیں تھی، رومانیت کے ساتھ انفرادیت ادب کی پہلی شرط قرار پائی، پہلے شاعر اور ادیب ہیت اور اصناف میں قدماء کی پیروی کرتا تھا، شاندار طرز میں لکھتا تھا، لیکن اب عوام کی سادہ زبان معیارِ ادب ٹھری، ان کی گیتوں میں، ان کی لوک کہانیوں میں، ان کی داستانوں میں نئی دنیا نظر آئی-"(14)

ان مان ثابت ٿئي ٿو تہ، رومانويت عام ماڻهن جي دلين جي ترجماني، سندن روزمره جي زندگيءَ ۾ ڳالهائي ويندڙ ٻوليءَ ۾ ٿئي ڪئي تہ، جيئن اهي ان مان لطف اندوز ٿي سگهن، نہ رڳو لطف اندوز ٿين، پر گڏوگڏ رومانوي شاعرن انهن جي مسئلن کي بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ پيش ڪيو جنهن لاءِ انهن جهر جهنگ جهاڳيا. واهڻ وستيون گهميون ۽ عام پورهيتن، مزدورن، غريب ۽ مسڪين ماڻهن جو خوبصورت عڪس پنهنجن تخليقن ۾ پيش ڪيو.

مجموعي طور ائين ڪٿي چئجي تہ، رومانويت محبت جي روايت کي نئون جنم ڏنو جنگن جي بارود ۾ سڙندڙ يورپ جي عوام کي انسانيت جو درس ڏنو پيار ۽ پاٻوهہ جي پرچار ڪئي، پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻ خاطر عام عوام ۾ خود شناسيءَ جو جوهر پيدا ڪيو پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي، پنهنجي اندروني خوبصورتيءَ کي لفظن ذريعي اظهار ڪرڻ جو هنر سيکاريو. ان هر طبقي جي ماڻهوءَ کي پنهنجي ڌرتي، ٻولي، ثقافت ۽ تهذيب جي بلڪل ئي ويجهو آندو نين روايتن جو بنياد وجهي، پراڻين فرسوده روايتن کي الوداع ڪيو. رومانويت جي علمبردارن پنهنجي شاعريءَ ۾ نج پنهنجي ديس جي ٻوليءَ جي تشبيهن، ترڪيبن، تلميحن ۽ استعارن جو استعمال ڪيو پنهنجي ديس جي رومانوي قصن کي ڳايو ۽ پنهنجي ديس جي هرهڪ خوبصورت شيءِ کي وڏ کان وڏ خوبصورتي عطا ڪئي، اهي پنهنجو گهڻو وقت سير ۽ تفريح ۾ وقف ڪندا هئا ۽ خوبصورت ماڳن، مڪانن، واهڻ ۽ وستين جي سهڻين تشبيهن ذريعي عڪاسي ڪندا هئا. تنهنڪري موضوعاتي حوالي سان رومانويت جو ميدان تمام وسيع ۽ ڪشادو بڻجي پيو.

### نيو رومانويت: (Neo-Romanticism)

نيو رومانويت هڪ اصطلاح (Term) آهي، جنهن کي سڀ کان پهرئين مشهور انگريز ليکڪ ريمنڊ مارٽيمر (Raymond Martimer) 1942ع ڌاري متعارف ڪرايو پر محققن جي ڪيل تحقيق موجب: ان

جا ابتدائي اهڃاڻ ۽ آثار لڳ ڀڳ 1892 کان 1910ع جي وچ ڌاري فِن لينڊ (Finland) ۾ موجود ملن ٿا. پر ان ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته، نيو رومانويت، رومانويت جو ئي حصو آهي، جنهن جو مقصد موسيقي، شاعري، لوڪ گيتن ۽ قوميت پسندي وغيره جهڙن موضوعن کي هڪ نئين صورت ۾ اجاگر ڪرڻ هو پر تنهن هوندي به ان قسم جي اصطلاح جو گهڻي ڀاڱي استعمال ادب کان وڌيڪ موسيقيءَ جي لاءِ ڪيو ويو جنهن ۾ خاص طور تي گئلن ڪيليلا (Gallen Kallela)، اِينو لِينو (Eino lieno)، ميڪس ريگر (Max Reger) ۽ اينٽن بروڪنر (Anton Bruckner) وغيره جهڙن اديبن، شاعرن ۽ موسيقارن پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

## رومانويت پڄاڻان :(Post-Romanticsm)

رومانويت پڄاڻان جو دور رومانويت جي دور کان پوءِ شروع ٿيو جنهن جي ابتدا لڳ ڀڳ اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ ٿي، جنهن جو مقصد ادب ۾ ثقافتي روين ۽ روايتن کي هٿي وٺرائڻ هو جنهن لاءِ هرمن ميل ويل (Herman Melville)، ٿامس ڪارلائل (Thomas Carlyle)، ٽينيسن (Tennyson) ۽ فليوبرٽ (Flaubert) وغيره جهڙن اهم اديبن، شاعرن، ڪهاڻيڪارن ۽ ناول نگارن جو ڪم تمام گهڻو ساراهه جوڳو رهيو آهي، تنهن کانپوءِ رومانويت پڄاڻان جو اثر ادب کان وڌيڪ موسيقي جي فن تي به پيو جيڪو جرمني، آسٽريا، انگلينڊ، فرانس ۽ اٽليءَ جي موسيقارن تي چڱي ريت واضح نظر اچي ٿو جن جو مقصد پنهنجي ملڪ جي لوڪ روايتن کي موسيقي جي ذريعي اجاگر ڪرڻ ۽ اهڙا اوپيرا ٺاهڻ هو جن ۾ جذبن ۽ احساسن جي تمام گهڻي شدت هجي وغيره جهڙن ڪمن بابت هو جنهن ۾ ويگنر برهمس (Wagner Brahmhs)، چائيڪوسڪي (Tchaikovsky)، جيوسپي وردي (Giuseppe Verdi)، ايڊورڊ گِريگ (Edvard Grieg) ۽ مهلر (Mahler) وغيره جو ڪم قابلِ تعريف رهيو آهي.

**آمريڪي رومانويت :** (The American Romanticism)

رومانوي تحريڪ ۽ گوٿسزم (Gothicism) لاڙي جي اثر هيٺ شروع ٿيندڙ آمريڪي رومانويت جو دور 1820ع ڌاري شروع ٿيو جنهن جي باري ۾ محققن جو چوڻ آهي تہ ان جي شروعات هڪ اطالوي نقاد ماريو پِريز (Mario Praz) جي لکيل هڪ اهم ڪتاب " The Romantic Agony"کان ٿي، پر ان لاڙي کي وڌيڪ زور وٺرائڻ جي لاءِ ايڊگر ايلن پو (Edgar Ellan Poe) ۽ نِٿينيل هاٿورن (Nathanial Hawthorne) وغيره جهڙن پڻ اهم اديبن جو ڪم تمام گهڻي اهميت رکي ٿو جڏهن تہ آمريڪي رومانويت جي شروع ٿيڻ جو مقصد آمريڪي، تاريخ ۽ ثقافت تي ڪم ڪرڻ ۽ شاعريءَ جي ڀيٽ ۾ نثر کي وڌيڪ ترجيح ڏيڻ هو.

**تاريڪ رومانويت:**(Dark Romanticism)

تاريڪ رومانويت جو لاڙو 1820ع کان 1860ع جي وچ واري عرصي ۾ظاهر ٿيو ۽ اهو رومانوي تحريڪ جي اثر هيٺ شروع ٿيو پر رومانويت جي ڀيٽ ۾ اهوبلڪل ئي مختلف ۽ منفرد هو ڇاڪاڻ تہ تاريڪ رومانويت سان لاڳاپيل سيني ليکڪن جو مقصد ۽ منشور رومانويت جي منشور کان الڳ ۽ جداگانہ حيثيت جو حامل آهي. انهن جي نظر ۾ هر انسان ۾ ڪي خوبيون بہ هونديون آهن تہ ان ۾ ڪجهہ خاميون بہ تي سگهن ٿيون، جهڙوڪ: هو ڪيتريون ئي بُرايون ۽ بُڇڙايون ڪري ٿو بلڪ هو تہ پيدائشي گنهگار آهي، جيڪو پنهنجي تباهي پاڻ ئي ڪندو آهي، جنهن سبب: هو اڳتي هلي شديد پيڙائن ۽ پڇتائن کي بہ پوڳي ٿو تنهن کانپوءِ اهي فطرت کي انسانذات جي لاءِ هاڃيڪار ۽ نقصانڪار سمجهندا هئا، سندن نظر ۾ فطرت ڏسڻ ۾ خوبصورت تہ آهي، پر ان جا هن سماج تي ڪيترا ئي منفي اثر بہ پون ٿا، جهڙوڪ: طوفانن ۽ ٻوڏن جو اچڻ، زلزلن ۽ سونامين جو اچڻ وغيره جهڙيون قدرتي آفتون سموري انسانذات جي لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيون

آهن. هن لاڙي کي عام ڪرڻ ۾ ايملي ڊڪنسن (Emily Dickinson)، چارلس ڊڪنسن (Charles Dickinson)، ڪليرا ريوو (Clara Reeve)، واشنگٽن اِرونگ (Washington Irving)، هاريس ويل پول ( Horace Welpole) ۽ هينري ڊيوڊ ( Henry David) وغيره جهڙن مشهور ليکڪن، اديبن، شاعرن ۽ نقادن پنهنجو هڪ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي.

## اهم انگريز رومانوي شاعر ۽ سندن شاعريءَ ۾ رومانوي عڪس:

هوئنن تہ رومانوي تحريڪ کان اڳ ادب جي دنيا ۾ ڪجهہ اهڙا شاعر بہ ملن ٿا، جن جي شاعريءَ ۾ ٿورا گهڻا رومانوي عڪس نظر اچن ٿا، جن کي (Graveyard Poets) سڏيو ويجي ٿو. رومانويت کان اڳ جا ڪجهہ شاعر (Pre-Romantic Poets) بہ آهن، جن جي شاعريءَ ۾ رومانويت جي تحريڪ جي شروع ٿيڻ جا فقط ڪجهہ اهڃاڻ ملن ٿا، جڏهن تہ باقاعده رومانوي تحريڪ جي شروعات اسان کي 1798ع ۾ شايع ٿيندڙ رومانويت جي منشور(Manifesto) طور مشهور هڪ شعري مجموعي کان ملي ٿي، جنهن کي انگريزي ٻوليءَ جي ٻن اهم شاعرن وليم ورڊس ورٿ ۽ ڪالرج لکيو جنهن بعد رومانوي تحريڪ پنهنجو ادبي سفر باقاعده شروع ڪيو. جيتوڻيڪ انگريزي ادب جي تاريخ ۾ هوئنن تہ اسان کي ڪيترائي رومانوي شاعر ملن ٿا، پر اسان هتي ڪجهہ اهم شاعرن جو ذڪر ڪنداسين، جن کي رومانويت جي دنيا ۾ اهم سمجهيو ويجي ٿو ۽ انهن کانسواءِ رومانوي تحريڪ جو تصور بلڪل ئي اڌورو آهي، انهن اهم شاعرن کي ٻن نسلن يا گروهن (Generations) ۾ ورهايو ويو آهي. انهن جو تفصيل ڪجهہ هن ريت آهي:

### پهريون گروهہ (First Generation)

- رابرٽ برنس (Robert Burns)
- وليم بليڪ (William Blake)

- وليم وردس ورٿ (William Wordsworth)
- ڪالرج (Coleridge)
- رابرٽ سائوٿي (Robert Southey)

## ٻيون گروهه (Second Generation)

- لارڊ بائرن (Lord Byron)
- شيلي (Shelley)
- جان ڪيٽس (John Keats)

ياد رهي ته، اهي فقط شاعرن جا ئي نالا آهن، جيڪي رومانويت جي ٻن اهم گروهن تي مشتمل آهن. جنهن ۾ رابرٽ برنس لوڪ شاعريءَ ۾ رومانويت جي ڪري مشهور آهي، ته وليم بليڪ وري تجربي جا گيت "Songs of Experience" ۽ معصوميت جا گيت "Songs of Innocense" لکي تمام گهڻي شهرت حاصل ڪئي. انهن جو تفصيلي جائزو هتي ضروري نه آهي، ڪجهه شاعرن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو.

## وليم وردس ورٿ: (1770-1850)

رومانوي تحريڪ جو باني مباني، فطرت جو پوڄاري (Poet of Nature)، ڳوٺاڻو شاعر (Poet of Village) ۽ ٻالڪپڻي جو شاعر (Poet of Childhood) چوائيندڙ وليم وردس ورٿ آهي. انگريزي ادب جي تاريخ ۾ رومانويت جي اهم ۽ نمايان شاعر جي حيثيت ۾ وردس ورٿ جو وڏو نالو آهي، ايستائين جو کيس برطانيه سرڪار طرفان 1843ع ۾ سڀ کان وڏو اعزاز "شاعر الشعراءَ" (Poet Laureate) جو خطاب به ڏنو ويو. اهو خطاب برطانوي سرڪار طرفان ملڪ جي نامي گرامي شاعرن کي ڏنو ويندو هو جيڪي ڪجهه خاص موقعن تي پنهنجي ملڪ ۽ ان جي بادشاهن جي تعريف بابت ساراهه جا گيت لکندا هئا ۽ پنهنجي ملڪ جي بهادرن جي بهادريءَ ۽ تعريفي نظم

لکي کين عظيم پيئا بہ پيش ڪندا هئا. وليم ورڊس ورٿ جو شمار انگريزي ٻوليءَ ۽ ادب ۾ ڍنڍ جي شاعرن (Lake Poets) ۾ ٿئي ٿو ۽ اهو ئي سبب آهي، جو کيس فطرت جي ويجهو رهڻ جو هڪ ڀرپور موقعو نصيب ٿيو. هو فطرت جو هڪ سچو پچو عاشق هو. هن جي نظر ۾ فطرت اسان جي زخمن کي ڀريندڙ آهي، اها غمن جي لاءِ خوشي جو باعث آهي ۽ اها ئي هڪ زنده روح (Living Soul) بہ آهي. هن سڀ کان پهرين پنهنجي شاعري پنهنجي هڪ دوست ڪالرج سان گڏجي "سريلا گيت" (Lyrical Ballads) جي نالي سان هڪ مجموعي جي صورت ۾ 1798ع ۾ شايع ڪرائي، جنهن ۾ سندس بہ مشهور نظم "The Prelude" ۽ "Tintern Abbey" شامل آهن.

تنهن بعد سندس شاعريءَ جا ڪجهہ ٻيا مجموعا بہ شايع ٿيا، جنهن ڪري سندس تمام گهڻي مشهوري ٿي. هن نہ رڳو فطرت تي لکيو پر گڏوگڏ ملڪي صورتحال تي بہ لکيو جنهن ۾ سندس ٿي نظم "October"، "French Revolution" ۽ "Lines Written in Early Spring" هڪ اهم ۽ بنيادي حيثيت رکن ٿا. هن کي هڪ نظم "Lucy Gray" جي ڪري بہ تمام گهڻي شهرت ملي. بهرحال هُن ۽ سندس شاعري بابت جيترو ڪجهہ لکجي سو گهٽ آهي. هتي اسان سندس هڪ نظم "The Tables Turned" مان ڪجهہ سٽون نموني طور پيش ڪيون ٿا، جنهن ۾ هو فطرت جي هڪ شاهڪار انداز سان عڪاسي ڪري ٿو:

She has a world of ready wealth,
Our minds and hearts to bless
Spontaneous wisdom breathed by healt
Truth breathed by chearfulness. (15)

ترجمو:

فطرت وٽ هڪ تيار ٿيل مالا مال دنيا آهي
اسان جي دماغ ۽ دلين کي بخشڻ جي لاءِ
صحت سان ڀريل اُڀريل دانشمندي
۽ خوشيءَ وسيلي اُڀريل سچ.

## سيموئل ٽيلر ڪالرج :(1772-1834)

وليم ورڊس ورٿ جو ويجهو ساٿي ڪالرج بہ انگريزي ٻوليءَ ۽ ادب ۾ رومانويت جي بنياد رکندڙن مان هڪ آهي. هن نہ رڳو پنهنجو پاڻ کي هڪ اعليٰ شاعر جي حيثيت ۾ مڃرايو پر گڏوگڏ هن فلسفي ۽ تنقيدي ميدان ۾ بہ پنهنجا جوهر ڏيکاريا. هڪ فلسفي ۽ شاعر هجڻ سان گڏ هن ترجمي نگاري ۽ نثرنگاريءَ ۾ بہ پنهنجو هڪ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. هو جڏهن هڪ مقرر جي حيثيت ۾ ادب ۽ شاعريءَ جي اهميت تي ڳالهائيندو هو تہ. لکن جي تعداد ۾ ماڻهو ڪيس غور و فڪر سان نہ فقط ٻڌندا هئا، پر ڪيس داد بہ ڏيندا هئا. شاعريءَ جي ميدان ۾ هو رابرٽ سائوٿي ۽ وليم ورڊس ورٿ جو نہ فقط همعصر ٿي رهيو آهي، پر انهن کان تمام گهڻو متاثر بہ هو. هن سڀ کان پهرين پنهنجي شاعري مارننگ ڪرونيڪل(Morning Chronical) ۾ شايع ڪرائي، جنهن کان متاثر ٿي، هن سڀ کان پهرين سانيٽ لکڻ شروع ڪيا، پر ٿوري ئي عرصي ۾ هن جو شوق نظم جي صنف تي طبع آزمائي ڪرڻ طرف بہ وڌيو ۽ اڳتي هلي وقت اهو ثابت ڪيو تہ. هن بهترين ۽ شاهڪار نظم لکيا. جنهن ۾ سندس هڪ نظم "Rime of The Ancyent Marinere" کي تمام گهڻي موٽ ملي، جيڪو ادبي دنيا ۾ نظم جي ميدان ۾ هڪ شاهڪار نظم طور تسليم ڪيو وڃي ٿو. ڪالرج جو سڀ کان وڏو ڪم وليم ورڊس سان گڏجي سريلا گيت (Lyrical Ballads) لکڻ هو پر هن پنهنجي حياتي ۾ بائيوگرافيا لٽريريا ,"Biographia Literaria"(1817)، ايڊس ٽو ريفليڪشن "Aids to Reflection (1825)" ۽ ليڪچرس آن شيڪسپيئر "Lectures on Shakespeare (1849)" جهڙا ٿي شاهڪار ڪتاب لکي، ادب جي دنيا ۾ تمام گهڻي شهرت حاصل ڪئي، سندس شاعري فطرت نگاري، عڪس نگاري ۽ منظرنگاريءَ سان پرڪنار هجڻ سان گڏوگڏ جذبن، احساسن، خوابن ۽ خواهشن جي بہ بهترين عڪاسي ڪري ٿي. هن پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪيترائي مشهور سانيٽ، نظم ۽ غزل لکيا، جن

۾ "Ode to France"، "Kubla","Fears in Solitude","Frost at Midnight"
"Khan" وغيره تمام گهڻا مشهور آهن. اسان هتي سندس هڪ نظم، جيڪو لڳ ڀڳ ستن حصن تي مشتمل آهي ۽ اهو سريلا گيت جي مجموعي ۾"Rime of The Ancyent Marinere" جي نالي سان شايع ٿيل آهي، ان مان فقط هڪ ننڍڙو ٽڪرو نموني طور پيش ڪيون ٿا، جيڪو ڪجهہ هن ريت آهي.

My lips were wet, my throat was cold,
My garments all were dank;
Sure I had drunken in my dreams
And still my body drank. (16)

ترجمو:
منهنجا چپ مينهن جي پاڻيءَ ۾ آلا ۽ نڙي ٿڌي هئي
منهنجا ڪپڙا بہ سڄا پُسيل هئا:
يقينن مون خوابن ۾ بہ اهو پاڻي پيتو هو
۽ منهنجي جسم بہ چوسيو هو.

## رابرٽ سائوٿي: (1774-1843)

رابرٽ سائوٿي بہ انگريزي ادب ۾ رومانويت جي هڪ بهترين شاعر جي حيثيت ۾ پنهنجو پاڻ کي مڃرايو جنهن جو سڀ کان وڏو ۽ اهم سبب رومانويت جي ٻن اهم شاعرن وليم ورڊس ورٿ ۽ ڪالرج سان سندس گهري دوستي ۽ ويجهڙائپ هئي. انهن جي صحبت جو اثر ئي سندس شاعريءَ تي پيو. هو نہ رڳو هڪ سٺو شاعر هو پر ڪالرج وانگر هڪ بهترين نثرنگار بہ هو جنهن لاءِ چيو ويچي ٿو تہ، سندس نثرنگاريءَ جي تعريف بائرن ۽ هيزلٽ جهڙا ڪٽر دشمن بہ ڪندا هئا.

ڪيس وليم ورڊس ورٿ وانگر برطانيہ سرڪار طرفان 1813ع ۾ شاعرالشعراءَ (Poet Laureate) جو اعزاز بہ حاصل ٿيو سندس شاعريءَ ۾ اسان کي وليم ورڊس ورٿ ۽ ڪالرج وانگر رومانويت جا سيئي عڪس موجود ملن ٿا. سندس شاعريءَ ۾ "Thalabe"۽ "The curse of kehama"

جهڙا ۽ شاهڪار نظم ادب جي دنيا ۾ تمام گهڻي اهميت ۽ حيثيت جا حامل آهن. ان سان گڏوگڏ سندس ننڍين ننڍين نظمن ۾ "The Scholar",Auldcloots",The Inchape Rock" ۽ "Lodore" به تمام گهڻا مشهور آهن. هتي اسان سندس هڪ نظم "Jaspar" مان ڪجهه حصو نموني طور وضاحت لاءِ پيش ڪيون ٿا.

He listen'd--and he heard the wind
That waved the willow tree;
He heard the waters flow along
And murmur quietly. (17)

ترجمو:

هن ٻڌو ۽ هوا جي شور کي ٻڌو
جنهن (هوا) بيد مُشڪ جي وڻ کي لوڏيو
هن پرسان وهندڙ پاڻيءَ جو آواز به ٻڌو
۽ خاموشيءَ سان جهونگارڻ لڳو.

## جان ڪيٽس : (1795-1821)

انگريزي ادب جي دنيا ۾ جيڪي به اعليٰ پايي جا شاعر ٿي گذريا آهن, انهن ۾ جان ڪيٽس جو نالو به نمايان رهيو آهي. هُن جو ادب ۽ شاعريءَ ڏانهن لاڙو سندس هڪ دوست لي هنٽ (Leigh Hunt) جي ڪري ٿيو. ان وقت لي هنٽ هڪ ادبي سرڪل جو اڳواڻ هو جنهن ۾ وليم هيزلٽ, شيلي, جان ڪيٽس ۽ پروڪٽر وغيره جهڙا اهم شاعر ان جي سرگرم رڪنن ۾ شامل هئا. سندن سرڪل تي مختلف اديبن ۽ شاعرن طرفان تمام گهڻي تنقيد به ٿيندي رهي, ايتري تائين جو بليڪ ووڊس (Black Wood's) مئگزين طرفان 1817ع ۾ ان سرڪل کي "The Cockney School of Poetry" جو نالو ڏنو ويو. محققن جي ڪيل تحقيق موجب: جان ڪيٽس جي شاعري جو تمام ٿورو حصو آهي, جيڪو شايع ٿي سگهيو آهي, ان کي ڪيس تمام گهڻي ميجتا پڻ ملي آهي. هن جا 1817ع کان 1820ع تائين جيڪي شاعري جا مجموعا شايع ٿيا,

انهن ۾ سنڌس شاعريءَ جو پهريون واليم 1817ع، ٻيون "Endymion" جي نالي سان 1818ع ۾ ۽ ٽيون "Lamia,Isabella,The Eve of St. Agnes and other Poems" جي نالي سان 1820ع ڌاري شايع ٿيو انهن ٽنهي مجموعن مان سنڌس هڪ مجموعي "Endymion" تي بليڪ ووڊس ۽ ڊي ڪواٽرلي ريويو"The Quaterly Review" ۾ جان گبسن (John Gibson)، جان ولسن ڪروڪر (John Wilson Crocker) طرفان تمام گهڻي تنقيد ڪئي وئي، جن سنڌس شاعريءَ کي ٻي ٽُڪي ۽ چرپائپ تي مبني شاعري قرار ڏنو. جنهن جي ڪري ڪيس ادبي حلقن ۾ اها شهرت نہ ملي، جيڪا ڪيس ملڻ گهرجي ها! پر سنڌس زندگيءَ کي ٻين انيڪ مسئلن بہ گهيري رکيو هو غربت ۽ بيماري ڪيس لاچار ۽ مجبور بڻائي ڇڏيو هو ايستائين جو ان جي ڪري سنڌس محبت بہ داءُ تي لڳي وئي هئي. هن تمام گهٽ عمر يعني 26 سالن جي ڄمار حياتي ماڻي. سنڌس شاعري ۾ "On a Gracian Urn",To a Nighingale","To Autumn" ۽ "To psyche" جهڙن نظمن کي ادب جي دنيا ۾ آفاقي حيثيت حاصل آهي. هُن ميٿو آرنلڊ جهڙو نقاد "Flint And Iron" سڏيندو هو تہ وليم جي لانگ ڪيس "A poets poet" سڏيندو هو. هو حسن ۽ خوبصورتيءَ سان بي انتها پيار ڪندو هو ايستائين جو هن پنهنجي هڪ نظم "Endymion" جي پهرين سٽ ۾ چيو آهي تہ "The thing of beauty is joy forever" هن کي نہ رڳو خوبصورتي پسند هئي، پر ان سان گڏوگڏ هو پيار کي بہ پنهنجو مذهب تسليم ڪندو هو. هن پنهنجي هڪ خط ۾ جيڪو هن پنهنجي محبوبا فيني براniءَ ڏانهن لکيو ان ۾ لکيائين تہ:"Love is my religion — I could die for that — I could die for you"

تنهنڪري سنڌس شاعريءَ ۾ گهري احساس جي اڇل سان گڏوگڏ شديد جذبي جو هڪ بهترين امتزاج ملي ٿو. ان ۾ فطرت جي رنگن جو هڪ سهڻو ۽ من موهڻو عڪس بہ ملي ٿو تہ، گڏوگڏ فطري نظارن سان سنڌس تمام گهڻو پيار ۽ لڳاءُ بہ سنڌس شاعري ۾ چٽو پٽو نظر اچي ٿو.

اسان هتي سندس هڪ غزل "Where be ye Going,You Devon maid?"
مان ڪجهہ حصو وضاحت لاءِ پيش ڪيون ٿا.

I love your meads, and I love your flowers,
And I love your junkets mainly,
But 'hind the door, I love kissing more
O look not so disdainly. (18)

ترجمو:
مان تنهنجي سرسبز چراگاهن (جسم) سان پيار ڪريان ٿو.
۽ گلن (لباس) سان پيار ڪريان ٿو.
۽ خاص طور تنهنجي سڏن سان پيار ڪريان ٿو
پر دروازي جي پٺيان (لباس جي اندران) وڌيڪ چمڻ
مونکي پسند آهي.
آها ايتري نفرت سان تہ نہ ڏِس.

## شيلي :(1792-1822)

جيتوڻيڪ جان ڪيٽس وانگر شيلي بہ گهٽ عمر ۾ ئي هن دنيا کي هميشہ لاءِ الوداع ڪيو پر ان مختصر عرصي ۾ هن جان ڪيٽس کان اڳتي وڌي تمام گهڻو ڪجهہ ڪري ڏيکاريو. جنهن جو سڀ کان وڏو سبب: سندس تعلق هڪ ادبي ۽ سياسي گهراڻي سان هو. هن نہ رڳو شاعريءَ جي دنيا ۾ پنهنجو پاڻ کي ميرايو پر گڏوگڏ تنقيد نگاري، ناول نگاري، ڊرامہ نگاري ۽ ترجمي نگاريءَ جي ميدانن ۾ بہ پنهنجا جوهر ڏيکاريا. هن پنهنجي هڪ دوست پيڪاڪ جي تنقيد جي جواب ۾ شاعريءَ جو بچاءَ "The defence of poetry" جهڙو شاهڪار ڪتاب لکيو. جنهن ۾ هن شاعري ۽ شاعرن جي اهميت کي نہ رڳو اجاگر ڪيو پر مدلل انداز ۾ ان کي ثابت بہ ڪري ڏيکاريو هن لکيو تہ:

"شاعر اهڙن لفظن جهڙا هوندا آهن، جيڪي اهڙو اظهار ڪن ٿا، جنهن کي هو پاڻ سمجهي نہ ٿا سگهن. شاعر اهڙن جنگي نغارن جهڙا

هوندا آهن، جيڪي پاڻ جنگي جذبو ڪونہ ٿا رکن. شاعر اهڙا محرڪ ٿين ٿا، جيڪي پاڻ ڪونہ ٿا چرن پرن، پر دنيا کي لوڏي ٿا ڇڏين، ۽ شاعر دنيا جا اهي قانون ساز آهن، جن کي اڃا تائين مڃيو يا تسليم ڪيو نہ ويو آهي. "

شيلي هڪ اهڙو شاعر آهي، جنهن جي شاعريءَ ۾ اسان کي هڪ ئي وقت ڪيترائي لاڙا ۽ رجحان ملن ٿا. ڪٿي هو فطرت جا گيت ڳائي ٿو تہ، ڪٿي هو سياست، مذهب ۽ سماج جي ريتن ۽ رسمن خلاف بغاوت جو اعلان ڪري ٿو. هن جي نظمن مان، "The cloud","Alastor",Revolt of Islam", "Ode to the west wind" ۽ "To Night" جهڙن شاهڪار نظمن کي تمام گهڻي اهميت ڏني وڃي ٿي. هتي اسان سندس هڪ نظم "The Death Knell Is Ringing " مان ڪجهہ حصو نموني طور پيش ڪريون ٿا.

The death knell is ringing
The raven is singing
The earth worm is creeping
The mourners are weeping
Ding dong, bell. (19)

ترجمو:

ماتم (بربادي) جو آواز اچي رهيو آهي
جابلو ڪانءُ ڪوڪي رهيو آهي
زميني ڪيڙو رِڙهي رهيو آهي
ماتمي ڳوڙها ڳاڙي رهيا آهن
ٽن ٽن گهنٽ.

## لارڊ بائرن : (1788-1824)

انگريز ادب ۾ لارڊ بائرن کي اسڪاٽ سان پيٽيو وڃي ٿو ۽ هن بابت مختلف محققن جو چوڻ آهي تہ، سندس شروعاتي شاعري فقط

هلڪڙائپ تي مبني هئي، جيڪا فقط جوشيلي ۽ غير مخلصانہ هئي. هن سماج ۾ غلط تاثر پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي ڪري ڪيس انگليند مان نيڪالي ڏني وئي، جنهن بعد سندس ملاقات اٽليءَ ۾ شيلي سان ٿي، جنهن جي دوستي جو اثر سندس شاعريءَ تي پيو ۽ سندس خيال ۽ سوچ ۾ نہ رڳو پختگي آئي، پر چڱي يلي تبديلي بہ آئي. هو شاعر بابت چوندو هو تہ: " هو فقط جوشيلي تقرير ڪندڙ آهي". هن جي شاعريءَ ۾ جتي جوش ۽ خروش ملي ٿو اتي سندس شاعريءَ ۾ فطرت پرستي، حسن پرستي ۽ محبت پرستيءَ جو بہ خوبصورت امتزاج ملي ٿو. هو شيليءَ وانگر ڊرامہ نگار بہ هو. سندس شاعريءَ جي مجموعن ۾ "Hours Of Idleness" (1807)، "Manfred And cain" ۽ "Childe harold's pilgirmage age" جهڙا مجموعا تمام گهڻا مشهورآهن ۽ سندس نظمن مان "Mazeppa" ۽ "The Prisoner of Chillon" کي تمام گهڻي اهميت حاصل آهي. اسان هتي سندس هڪ نظم "To Thomas Moore (My Boat Is On The Shore)" مان ڪجهہ حصو پيش ڪيون ٿا.

Here's a sigh to those who love me,
And a smile to those who hate;
And, whatever sky's above me,
Here's a heart for every fate. (20)

ترجمو:

افسوس آهي انهن تي
جيڪي مونسان محبت ڪن ٿا
۽ هڪڙي مُرڪ آهي انهن لاءِ
جيڪي نفرت ڪن ٿا
۽ مون تي جيڪو رحمتن جو سايو آهي
هتي هر ڪنهن دلربا جي پنهنجي قسمت آهي"

## سنڌي شاعريءَ ۾ رومانويت:

دنيا ۾ شايد ڪو اهڙو شاعر هجي، جنهن جي شاعريءَ ۾ رومانويت جو عنصر موجود نہ هجي. اهو ضروري نہ آهي تہ، جنهن جي شاعريءَ ۾ رمانويت جي رنگن مان ڪوبہ هڪڙو رنگ موجود هجي تہ، اهو رومانوي شاعر ٿي ويو نہ اِئين هرگز نہ آهي. بلڪ اها ان جي شاعريءَ ۾ رومانويت جي ڪا هڪ صفت مڃي ويندي، اهڙي طرح سنڌي شاعريءَ ۾ جيڪڏهن نظر ڊيرائبي تہ اسان کي اڪثر شاعرن وٽ رومانويت جي ڪانہ ڪا صفت، ڪونہ ڪو موضوع ضرور ملي ٿو پوءِ چاهي اهو عوامي شاعر هجي، ڪلاسيڪل، عروضي يا جديد شاعر هجي، پر اهو طئي آهي تہ رومانويت جي تحريڪ جي باقاعده شروعات اسان کي جديد سنڌي شاعريءَ کان ملي ٿي، جنهن جا پيرا اسان کي ڪشنچند بيوس، شيخ اياز نارائڻ شيام استاد بخاري ۽ تنوير عباسي وغيره جهڙن اهم شاعرن جي شاعريءَ ۾ رومانويت جي مختلف رنگن ۽ روپن جي صورت ۾ ملن ٿا.

سنڌي شاعريءَ ۾ سڀ کان پهرين رومانويت جي شروعاتي دور وارا موضوع ملن ٿا، جيئن، رومانوي قصا يا داستان، بهادرن جا قصا ۽ ڪارناما، عشق ۽ محبت جا قصا وغيره. اهي سڀ رومانويت جي موضوعن ۾، سڀ کان پهرين ۽ شروعاتي مضمونن ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا.

سنڌي شاعري لکت جي صورت ۾ سومرن جي دور کان ملي ٿي، ان کان پهرين سنڌي شاعريءَ جو تاريخ جي تذڪري هيٺ لکت ۾ اچڻ جو ڪوبہ بيان نٿو ملي. اهڙي ريت سومرن جي دور ۾ جيڪي ڀٽن، ڀانن ۽ چارڻن جون ڳاهون ملن ٿيون، جن ۾ سومرن جي دور ۾ سومرن جي گجرن، چام هالي ۽ علاو الدين سان لڳل معرڪن ۽ جنگين جو بيان ملي ٿو انهن ڳاهن ۾ ابڙي جي سورهيائيءَ، ارڏائي کي ساراهيو ويو آهي، جيڪو دودي سومري جي درٻار جو مشهور سپهہ سالار هو سندس سورهيائي ۽ دهشت بابت هڪ شاعر چوي ٿو تہ،

آڻ جهلي ابڙي، نَوَ ويهون ڏهہ لک
گهوڙي ڪنڌ نہ ڦيريو ماري گهٽي خلق.[21]

اهڙي ريت سومرن جي دور ۾ عمر مارئي، سسئي پنهون، ليلا چنيسر، مومل راڻو سهڻي ميهار، سورٺ ۽ راءِ ڏياچ 'جا جيڪي داستان ملن ٿا، انهن سڀني کي رومانوي داستانن جو نالو ڏنو ويو آهي، جن ۾ مارئي جي پنهنجي ملڪ ۽ پنهنجي ماروئڙن سان محبت، سسئيءَ جو سوز ۽ سڪ سان جبلن کي جهاڳڻ، ليلا جو پڇتائڻ ۽ بعد ۾ پنهنجي وَرُ چنيسر کي پرچائڻ لاءِ منٿون ڪرڻ، مومل جو موهہ، سهڻي جي سگهہ، جنهن جي آڏو درياهہ جي دهشت بہ ڪا حيثيت نہ ٿي رکي ۽ راءِ ڏياچ جو ساز ۽ سرود سان وجد ۾ اچڻ ۽ مگڻي جو سندس سر وڍڻ، اهي سڀ رومانويت جي موضوعن ۾ هڪ اهم ۽ بنيادي حيثيت رکن ٿا، جنهن ۾ عشق جي انتها، سڪ ۽ سوز انفرادي سگهہ، خوبصورتي سان لڳاءُ وغيره اهي سڀ رومانوي شاعرن جي شاعريءَ جي دلچسپ موضوعن ۾ شامل رهيا آهن. سومرن جي دور ۾ اسان کي لوڪ شاعريءَ جي شروعات ڳيچ يا سهري سان ملي ٿي، اڄ بہ اسان جي ٻهراڙين يا شهرن ۾ شادي جي موقعي تي عورتون ڳيچ ڳائينديون آهن، جنهن ۾ گهوٽ سان پنهنجي ماءُ ۽ ڀينرن جو بي انتها پيار ڪرڻ ۽ سندس اهڙي واڪاڻ ڪرڻ، جو ان جو نہ ڪو مٽ نہ ثاني! اهو سڀ رومانويت ئي تہ آهي، هي ڏسو

اکيون ادل جون ٻرن مشعالا، ڪجل سدا رنگ لايو
جيڏيون منهنجو ارڏو.[22]

ڪنهن بہ شيءِ کي سندس اصل خوبصورتي کان وڌيڪ سونهن ۽ خوبصورتي عطا ڪرڻ ئي اصل ۾ رومانويت جو مقصد آهي، اهڙي ريت لوڪ شاعري، جي صنف ڳيچ سان گڏ ٻين صنفن تي بہ نظر وجهبي تہ، انهن ۾ اسان کي پنهنجي ملڪ سان پيار فطرت پرستي، حسن پرستي، منظرنگاري ۽ انفرادي اظهار جهڙيون انيڪ خاصيتون

وغيره ضرور ملنديون، جن کي اسان رومانويت جي صفتن ۾ شمار ڪري سگهون ٿا.

سومرن ڪانپوءِ سمن جو دور شروع ٿئي ٿو جنهن ۾ سمن سلطانن جا عشقيه داستان مختلف شاعرن طرفان بيتن توڙي ڳاهن جي صورت ۾ رومانوي انداز ۾ پيش ڪيا ويا آهن. جنهن مان خاص طور تي ڄام تماچي ۽ نوري، ڄام اڏي ۽ هوٿل پري وغيره جهڙا عشقيه قصا رومانوي حيثيت جا حامل آهن. جنهن مان نوري ۽ ڄام تماچي جي عشقيه قصي کي ته شاعرن جي سرتاج لاکيڻي لطيف انتهائي خوبصورت نموني رومانوي انداز ۾ آهي. سمن جي دور ۾، مخدوم اسحاق آهنگر نالي هڪ شاعر ملي ٿو جنهن جو فقط هڪ ئي بيت ملي ٿو پر اهو رومانويت سان سرشار آهي، جنهن ۾محبوب سان ملڻ جو هڪ خوبصورت تخيلاتي مشاهدو بيان ڪيل آهي، جيڪو ڪجهه هن ريت آهي:

ٿيان مان جهرڪ، وهان پرينءَ جي ڇڄ
مان ڪرن ٻرڪ، ٻولي ٻاجهاري مون سين.[23]

ان ڪانپوءِ ارغونن ۽ ترخانن جي دور ۾، اسان کي قاضي قادن جهڙو اهم ۽ اعليٰ شاعر ملي ٿو جنهن جي شاعريءَ ۾ صوفياڻو رنگ ڪثرت سان شامل آهي، جنهن ۾ هر هڪ شيءِ خدا جي وجود جو مظهر هئڻ، رومانويت جي موضوعن مان هڪ آهي، اهڙو ئي هڪڙو مثال اسان کي قاضي قادن جي شاعريءَ ۾ ملي ٿو جنهن ۾ هن هرجاءِ خدا جي وجودي جلوي جي عڪاسي ڪئي آهي.

ايڪ قصر در لک، ڪوڙيين سهسين ڪڙکيان
جِئان ئي ڪرين پرک، تان ئي سڄڻ سامهان.[24]

هن ئي دور ۾ هڪ ٻيو صوفي شاعر شاهه ڪريم به ملي ٿو جنهن جي بيتن ۾ ڪٿي ڪٿي رومانوي عڪس جمالياتي انداز ۾ ملن ٿا. شاهه ڪريم کان پوءِ لطف الله قادر جو دور اچي ٿو جنهن جي شاعريءَ

۾ حسن، حيرت، درد جي پيڙا ۽ عشق جي ميدان ۾ عقل جي مخالفت وغيره جهڙا رومانويت جا بهترين مثال ملن ٿا، جنهن جا ڪجھ مثال هي آهن:

عقلُ ات اوچُون ٿئو نڪا فڪر جاءِ
اُوءِ پيئيا تنهن اگهور ۾، جتي مون نہ جاءِ
ات حيرت هنيو سيڪو ڪنهن کي رسي نہ ڪاءِ
هي هي ڪندا هاءِ، روندا عارف اڳ وئا. (25)

پرين جي پار پهچڻ لاءِ عقل ڪان نہ، پر عشق ڪان ڪم وٺجي، چاڪاڻ تہ ان حيرت جي وادي ۾ عقل کي ڪابہ اهميت ڪانهي، جنهن پنهنجي حقيقي حبيب جو حسن ڏٺو ان ڪان هرڪا شيءِ وسريو وڃي:

حُسن حبيبن جو پسين جي پيهي
تہ توکي سيئي، بيون وڃن وسري. (26)

هِن دور ۾ جيڪي بہ بيا شاعر ملن ٿا، تن جي شاعريءَ ۾ رومانويت جي ڪانہ ڪا خاصيت اسان کي ضرور ملي ٿي. ارغونن ۽ ترخانن جي دور ڪان پوءِ مغلن جو دور اچي ٿو جنهن ۾ ميين شاهہ عنات جهڙو عظيم شاعر پيدا ٿيو جنهن جي شاعريءَ ۾ رومانويت جا رنگ ۽ روپ عڪسي ۽ جمالياتي صورت ۾ بين انيڪ حيثيتن ۾ ملن ٿا. جيڪو اسان جو مُک موضوع آهي ۽ ان بابت اسان اڳتي تفصيلي ذڪر ڪنداسين.

ڪلهوڙن جو دور (سنڌي ادب جو سونهري دور) شروع ٿيندي ئي سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ ۾ هڪ نئون موڙ هڪ نئون لاڙو ۽ رجحان بلڪ وڏي تبديلي آئي، ان جي فني توڙي فڪري ميدان ۾ تمام گهڻي وسعت پيدا ٿي ۽ ان پوري شاعريءَ جي وايو منڊل ۾ تبديليءَ جو سهرو لاڪيڻي لطيف جي سِر تي آهي. جنهن سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب کي نئون جنم ڏنو هن سنڌي شاعريءَ کي ان ڪماليت جي درجي تي پهچايو جنهن جو ڪنهن وٽ ڪو تصور بہ ڪونہ هو لطيف جي

شاعري رومانويت جو اصل مرڪز آهي، جنهن جي رسالي جي هر هڪ سُر ۾ رومانويت مختلف رنگن ۽ صورتن ۾ ملي ٿي.

سُر ڪنيات ۾ شاهہ جنهن ريت چنڊ جي چانڊوڪيءَ سان پنهنجي محبوب جي حسن ۽ خوبصورتيءَ جي ڀيٽ ڪري ٿو ان سان مخاطب ٿئي ٿو ۽ پنهنجي پياري پرينءَ ڏي جهڙي ريت محبت ۽ نيهن جا نياپا موڪلي ٿو اهو سمورو منظر رومانويت جو هڪ شاهڪار آهي:

چڱا چنڊ ! چئيج، سنيها ڪي سڄڻين،
مٿان اڱڻ اپري پرين جي پئيج،
جهيڻو ڳالهائيج، پيرين وجهي هٿڙا.[27]

چنڊ جا سهسين سينگار بہ سندس سڄڻ جي سونهن آڏو ڪجهہ ناهن. شاهہ جو اهو رومانوي ۽ جمالياتي انداز نہ رڳو ڪمال جو آهي، پر سڄي دنيا جي رومانوي شاعريءَ ۾ پنهنجي هڪ خاص اهميت ۽ حيثيت رکي ٿو:

چوڏهينءَ چنڊ ! تون اپرين، سهسين ڪرئين سينگار،
پلڪ پريان جي نہ پڙين، جي حيلا ڪرئين هزار،
جهڙو تون سڀ جمار، تهڙو دم دوست جو.[28]

شاهہ نہ رڳو چنڊ سان مخاطب ٿئي ٿو پر هو تارن سان بہ پنهنجي پرين جي پچار انتهائي نازڪ ۽ نفيس رومانوي انداز ۾ ڪجهہ هن ريت پيش ڪري ٿو:

تارا تيليءَ رُوءِ، لڏا لالڻ اپرين
جهڙي تو صبوح، تهڙي صافي سڄڻين.[29]

بهرحال شاهہ جي شاعريءَ ۾ اسان کي رومانويت جو هرهڪ رنگ، هر سُر ۾ ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ ضرور ملي ٿو جنهن جو تفصيلي ذڪر مختلف محققن طرفان بہ ڪيو ويو آهي. اهڙي ريت ٻين ڪلاسيڪل شاعرن جهڙوڪ خواجہ محمد زمان، قادر بخش بيدل، سچل سرمست ۽ حمل فقير لغاري وغيره جي شاعريءَ ۾ بہ رومانويت جا

رنگ جابجا ملن ٿا. ڪلهوڙن جي دور ۾ شروع ٿيندڙ سنڌي عروضي شاعري جو دور بہ سنڌي ادب ۾ هڪ اهم دور جي حيثيت رکي ٿو ۽ خليفي گل کان وٺندي مخدوم طالب المولىٰ تائين سڀني عروضي شاعرن جي شاعريءَ ۾ رومانوي رنگ موجود ملن ٿا. پر اهي گهڻي قدر ايراني ماحول جي اثر هيٺ آهن. جديد سنڌي شاعري ۾ رومانويت جي تحريڪ جو باقاعده اثر ملي ٿو جنهن جي شروعات سڀ کان پهرين ڪشنچند بيوس وٽان ملي ٿي، هو وليم ورڊس ورٿ وانگر فطرت جو تمام گهڻو پرستار هو. هن فرسوده روايتن کي ٽوڙي نين روايتن جو بنياد رکيو. گل و بلبل، گل و لالا ۽ سنبل وغيره جي ماحول کي ڇڏي نج پنهنجي ديس جي ماحول کي اختيار ڪيو. پنهنجي ديس جي هر هڪ خوبصورت شيءِ جي هو من موهڻي انداز ۾ منظرڪشي ڪري ٿو. هيٺ سندس نظم مان هڪ مصرع نموني طور پيش ڪجي ٿي، جنهن ۾ ڏسو تہ هو ڪهڙو نہ خوبصورت تخيل پيش ڪري ٿو:

آڪاس ۾ ڪڪر ٿي ڪنهن دم هو ڦرڻ منهنجو
سرديءَ کان برف ٿي ٽيو چوٽين تي ڪرڻ منهنجو
گرميءَ جي جوش کان ٿيو وادين ۾ سرڻ منهنجو
گهاٽن جي گهير ۾ ٿيو غلبي کان گهڙڻ منهنجو
ٽڪري ٽڪر ٽڪر سان سرخوب مون گسايو
آخر اچي پٽن تي مون پاڻ کي پڄايو.[30]

"رومانس فقط محبت جو ذڪر ئي نہ آهي، رومانويت تہ تخيل سان پريل اها نگاهہ آهي، جيڪا ڪنهن بہ ڳالهہ يا خيال کي اهڙيءَ ست ۾ تبديل ڪري ٿي، جنهن کي ٻڌڻ سان ڪو بہ ماڻهو اهو نہ ٿو چوي تہ "اهو سچ آهي." پر هو بي ساختہ چئي ٿو ويهي، "اها تہ حسين ڳالهہ آهي." محبت بلاشڪ تہ تخيل جي ڏار لاءِ زهر جو پاٽي آهي. پر پوءِ بہ جڏهن رومانس ادبي اصطلاح جي طور تي استعمال ٿئي ٿو تہ ان جي معنيٰ عام رواجي نہ ٿي رهي. بلڪ اهو حسن ۽ تخيل جي هڪ وسيع ڪائنات بڻجي وڃي ٿو.

هڪ لحاظ کان رومانويت ماڻهوءَ جي اندر ۾ ٿيپي آهي. هڪ داخلي قوت آهي، جيڪا تصورن جي هڪ اڃاتي ۽ اندروني دنيا تان پردو کڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿي. حقيقت پسندي، ڪلاسيڪيت ۽ ترقي پسنديءَ جي ابتڙ اها ٻاهر جي سماج بجاءِ اندر جي سماج ۾ موجود حُسن جي ڳولا ڪري، ان کي تخليقي شڪل عطا ڪري ٿي.

لفظن وسيلي لُطف ۽ حسن جي تخليق، يادن جي دنيا سان عشق، هڪ لاڳيتي بيچينيءَ جو اقرار، نئين شيءِ تخليق ڪرڻ جي جستجو ۽ موجود روايت کي ٺڪرائي نئين روايت جو بنياد وجهڻ ئي رومانويت آهي."(ڪتاب: دل جو رستو مرتب: اسحاق سميجو صفحو : 15)

اهڙيءَ ريت هوندراج دکايل، سڳن آهوجا، نارائڻ شيام، شيخ عبدالرزاق"راز"، عبدالڪريم گدائي، استاد بخاري، شيخ اياز، تنوير عباسي، ابراهيم منشي، امداد حسيني، بردي سنڌي ادل سومري، اياز گل، حليم باغي، سردار شاهہ، ديدار شاهہ، اقبال رند، ايوب کوسي، مظهر لغاري، روبينہ ابڙو رخسانہ پريت، احمد سولنگي، ايوب گل، ۽ حسن درس کان وٺندي موجوده دور ۾ علي دوست عاجز عزيز گوپانگ، اسحاق سميجي ۽ علي آڪاش جي شاعريءَ ۾ پڻ اسان کي رومانويت جا ڪيئي رنگ موجود ملن ٿا.

نموني طور ڪجهہ جديد شاعرن جي شاعريءَ مان چند مثال هيٺ پيش ڪجن ٿا.

ڪنهن جي مَهڪي فضا ۾ رعنائي؟
رات تارن سُڳنڌ ڦهلائي!
تون هُئين ساڻ تہ بہ سِڪيُس تو لئہ،
تنهنجي پر ۾ بہ تنهنجي سار آئي!

(نارايڻ شيام)



ڏسي، مُرڪي، مِٺا مُنهنڙو ڏڪي ورتئہ!
ٻُڪاري ڪي ڇيو ڏيئي ڪسي ورتئہ!
کِڙي مُرڪئين تہ سهڻو گل ٽڙي بيٺو
اتي ئي گهنڊ پائي سو پٽي ورتئہ!

(استاد بخاري)

❊

جڏهن دوست ٿا توسان ملڻ جا ڏنهن اچن،
لڳي ٿو چڻ تہ گلن جي ٽڙڻ جا ڏينهن اچن.

(تنوير عباسي)

❊

پنهنجو ڪوئي ڪمال ناهي مِٺي!
پيار کي ئي زوال ناهي مِٺي!
تون مِليَنءَ، جڳ چڏي وجي پل تہ،
هاڻي ڪوئي ملال ناهي مِٺي!

(اياز گل)

❊

موتيو ٻڻجي مَهڪي، مون ۾ تنهنجو پيار،
تارو ٻڻجي چمڪي، مون ۾ تنهنجو پيار،
ڪڏهن خدائي پانيان پاڪُر گهيرن ۾،
ڪڏهن لڳي ٿو تارا آهن پيرن ۾،
جڏهن جڏهن ٿو جَرڪي، مون ۾ تنهنجو پيار.

(اسحاق سميجو)

شيخ اياز جي شاعري رومانويت جي رنگن سان سرشار آهي، سندس خوبصورت تخيل ئي سندس اصل سڃاڻپ آهي:

موتي موتي ٿي ويو سورٺ تنهنجو مک
ڏرتي ويڙهيو دک، تو جي ڏنا ٿهڪڙا. [32]

سورٺ جي سهڻي صورت ۽ ٺهڪڻ سان سموري ڌرتي جي ذکن جي ويڙهجڻ جهڙو اعليٰ تخيل فقط شيخ اياز جو ئي ڪمال آهي. ايم ڪمل سنڌي شاعريءَ ۾ رومانويت جي لحاظ کان هڪ اهم ۽ نمايان حيثيت رکي ٿو خاص طور تي سندس سيئي هائيڪا رومانويت جون بهترين تصويرون آهن:

نظر توسان پيهر ملائڻ تي دل ٿي
وري هڪ نئين چوٽ کائڻ تي دل ٿي.
(ايم ڪمل)

امداد حسيني بہ رومانويت جو نمائنده شاعر آهي، جنهن جي شاعري ٻوليءَ جي سلاست ۽ سادگي سان گڏوگڏ رومانويت جي رنگن جي بهترين ترجمان آهي:

هونئن تہ توبن چا چا ناهي
جيون کي ڪا معنيٰ ناهي
پٽر ٻڻجي لفظ وسن ٿا
شعر گلن جي ورکا ناهي.
(امداد حسيني)

جديد شاعرن ۾ حسن درس جي شاعريءَ ۾ بہ رومانويت جا ڪيترائي بهترين مثال موجود آهن، جنهن جي نظمن ۾ وليم ورڊس ورٿ واري فطرت نگاري، ڪالرج وارو تخيل ۽ ڪيٽس وارو درد ملي ٿو:

آسمان تي چنڊ آهي
۽ زمين تي گاهہ آهي
تون ڪٿي آهين؟
پرپرو هڪ ڳوٺ آهي
اورتي واريءَ دڙا
۽ وچ ۾ هڪ واهہ آهي
تون ڪٿي آهين؟.[34]

بهرحال موجوده دور ۾ به سنڌ جا ڪيترائي نوجوان شاعر رومانويت جي مختلف موضوعن تي پنهنجون خوبصورت تخليقون جوڙي رهيا آهن. اهڙي ريت هن موضوع تي جيڪڏهن تحقيق ڪبي ته پي ايچ ڊي جي پوري ٿيسز لکي سگهجي ٿي.

## حوالا:


1. Ferber,Michael,"Romanticism: A very short introduction", Oxford University Press,2010,p: 19
2. Maunder,Andrew,"Encyclopedia of Literary Romanticism", Facts of File: An imprint of infobase Publishing,2010,p: vi
3. Cuddon,J. A,"A Dictionary of Literary terms and Literary Theory", Willey Blackwell: A John wiley & Sons,Ltd, Publication,2013,p: 614
4. Ferber,Michael,"Romanticism: A very short introduction", Oxford University Press,2010,p: 20

.5 جلالپوري، علي عباس، (مقالا) ''اقبال کے رومانی افکار''، ''ادبی دنیا''، شماره 8، 1962ع، ص: 9

6. Ferber,Michael,"Romanticism: A very short introduction", Oxford University Press,2010,p: 20

.7 خان، محمد عالم، ڈاکٹر، ''اردو افسانے میں رومانی رجحانات''، علم و عرفان پبلشرز، 1998ع، ص: 23

.8 ساجده پروين، ڊاڪٽر، ”شاهه لطيف ۽ وليم ورڊس جي شاعريءَ ۾ رومانويت“، سچائي اشاعت گهر ڊڙو ”حيدرآباد“، آڪٽوبر، 2017ع، ص: 19

.9 غفور ميمڻ، ڊاڪٽر، ”سنڌي ادب جو فڪري پسمنظر“، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو ڇاپو پهريون، 2017ع، ص: 237_38

10. محمد حسن، ڈاکٹر، ”اردو ادب میں رومانوی تحریک“، کاروان ادب، ”ملتان“، 1993ع، ص: 16

11. Travers,Martin,"European Literature from Romanticism to Post-Modernism", Continuum London & Newyork, 2001,p: 13

12. حسین خان، یوسف، ڈاکٹر، ”فرانسیسی ادب“، انجمن ترقی اردو (ہند) ”علی گڑھ“، 1962ع، ص: 208

13. R. Furst,Lilian,"Romanticism in Historical Perspective", Penn State University Press,1968,p: 119

14. جالبی، جمیل، ڈاکٹر، ”ارسطو سے ایلیٹ تک“، نیشنل بک فاؤنڈیشن، 2013ع، ص: 56_57

15. Brett,R. L & Jones A. R (Editors),"Wordsworth & Coleridge: Lyrical Ballads", Routledge Taylor & Francis Group, Second Edition,1991,p: 104

16. Ibid,P. No: 22

17. Southey Robert,"Poems", Poemhunter. com-The world's Poetry Archive,2004,p: 88

18. Keats,John,"Poems", Poemhunter. com-The world's Poetry Archive,2012,p: 571

19. Shelley,P. B,"Poems", Poemhunter. com-The world's Poetry Archive,2004,p: 659

20. Byron,G. G,"Poems", Poemhunter. com-The world's Poetry Archive,2012, p: 1324

21. لغاري اڪبر، ”سنڌي ادب جو مختصر جائزو“، روشني پبليڪيشن، 2013ع، ص: 21

22. سنديلو عبدالڪريم، ”لوڪ ادب جو تحقيقي جائزو“، انسٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو 1986ع، ص: 316

23. جوڻيجو عبدالجبار ”سنڌي ادب جي مختصر تاريخ“، روشني پبليڪيشن، 2013ع، ص: 59

24. بلوچ، نبي بخش خانُ، ڊاڪٽر، ”قاضي قادن جو رسالو“، انسٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو 1999ع، ص: 77
25. بلوچ، نبي بخش خانُ، ڊاڪٽر، ”شاهہ لطف الله قادريءَ جو ڪلام“، انسٽيوٽ آف سنڌ الاجي، ڄامشورو ٻيون ايڊيشن، 2004ع، ص: 5
26. ساڳيو ص: 47
27. آڏواڻي، ڪلياڻ، ”شاهہ جو رسالو“، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2016ع، ص: 99
28. ساڳيو ص: 96
29. ساڳيو ص: 97
30. جوڻيجو عبدالجبار، ڊاڪٽر، ”سنڌي ادب جي تاريخ (جلد ٻيو)“ سنڌي لينگوئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2005ع، ص: 358
31. سميجو اسحاق (مرتب)”دل جو رستو روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو 2007ع، ص: 15
32. شيخ، اياز ”ڪپر ٿو ڪُن ڪري“، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2007ع، ص: 54
33. محبوب، ارم (مرتب)، ”حسن درس جو رسالو“، ڪاڇو پبليڪيشن، ڪراچي، 2016ع، ص: 171

# باب ٻيون

## مِيين شاهہ عنات جي شاعريءَ جو تاريخي پسمنظر:

سنڌي ڪلاسيڪل شاعري سنڌي ٻوليءَ ۾ ادب جو هڪ شاهڪار خزانو هجڻ سان گڏ سموري سنڌيءَ قوم جو هڪ قيمتي سرمايو بہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ان ۾ سنڌ جي سياسي، سماجي، تاريخي، علمي ۽ ادبي حالتن جي سڌي ريت عڪاسي ملي ٿي. تنهنڪري اها سنڌي قوم جي تهذيب و تمدن، ثقافت ۽ تاريخ جو هڪ چٽو آئينو بہ آهي. جنهن ۾ فڪري حوالي سان وحدت، ڪثرت، توحيد ۽ تصوف جي رازن، عشق ۽ محبت جي رومانوي قصن سان سرشار جمالياتي ۽ رومانوي روپ بہ ملن ٿا تہ، ان ۾ مسڪين ماروئڙن جي رهڻي ڪهڻي، ريتن ۽ رسمن جي عڪاسي بہ ملي ٿي تہ، سموري انسانذات واسطي امن، ايڪي ۽ اتحاد جي پرچار بہ ملي ٿي، جنهن ۾ انساني قدرن جي پاسداريءَ سان گڏوگڏ انهن مٿان ٿيندڙ هر قسم جي ظلم ۽ ڏاڍ خلاف هڪ ڀرپور مزاحمت بہ ملي ٿي! جڏهن تہ سندس فني ڪينواس تي پنهنجي ديس سان وابستہ خوبصورت تشبيهن، ترڪيبن، تلميحن، ترڪيبن ۽ استعارن جا دلفريب ۽ دلنشين مختلف قسمن جا رنگ وِڪريل ۽ روز بروز هڪ نئين انداز ۾ روپ ۾ نِڪريل نظر اچن ٿا! جنهن ۾ ٻولي جي روانگي، نغمگي، موسيقي ۽ ترنم سان گڏ اسلوب جي رس ۽ چس، چاشني ۽ چسڪو ذائقو ۽ سواد ماکي ۽ مصريءَ کان متو ۽ پڙهڻ ۽ اچارڻ ۾ صفا سولو ۽ سهنجو آهي! تنهنڪري سنڌي ڪلاسيڪل شاعري هڪ اهڙو سمنڊ آهي، جنهن کي هڪ ڪوزي ۾ سمائڻ نہ رڳو

ناممڪن آهي، پر سوچ ۽ سمجهہ کان بہ بالاتر آهي. سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ کي، جن شاعرن دائمي حيثيت بخشي، انهن ۾ بنيادي طرح سان پِٽن، پانن، چارڻن ۽ اسماعيلي مبلغن جو اهم ڪردار رهيو آهي. تي سگهي ٿو تہ، انهن کان پهرئين بہ ڪن شاعرن سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جو بنياد رکيو هجي، جئين ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو تہ، ”ڪوبہ ادبي عالم ان ڳالهہ کان انڪار ڪو نہ ٿو ڪري تہ، قديم سنڌ ۾ شعر ڪونہ هو. جيڪو شعر هو اهو تلاش ڪري، يقينن ڪي ادبي عالم سنڌي ادب جي تاريخ کي جرڪائيندا. في الحال تہ شعر جي تاريخ مليل شعرن جي بنياد تي ئي مرتب ڪرڻي پوندي. “(1)

سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جا جيڪي بنيادي حوالا ملن ٿا، تن ۾ پِٽن، پانن ۽ چارڻن جي ڳاهن ۽ اسماعيلي مبلغن جي گنانن جا اهڃاڻ ۽ آثار ملن ٿا. سومرن جي دور کانپوءِ سمن جي دور ۾ سنڌي ڪلاسيڪل شاعري ريڙهيون پائڻ شروع ڪيون ۽ پنهنجي ارتقائي سفر کي طئي ڪرڻ شروع ڪيو جنهن ۾ ماموئي بزرگن جي سِتن بيتن سان گڏوگڏ شيخ حماد جمالي، اسحاق آهنگر ۽ مخدوم احمد وغيره جهڙن شاعرن جا رڳو هڪ يا بہ بيت ملن ٿا. جن کي ڏسي ائين چئي سگهجي ٿو تہ، انهن شاعرن جي ڪافي شاعري وقت جي وهڪري ۾ وڃائجي چڪي آهي. اهڙي ريت سمن جي آخري دور ۽ ارغونن ۽ ترخانن جي شروعاتي دور ۾ قاضي قادن جهڙي هڪ اهم شاعر جو نالو ملي ٿو جنهن کي عام طور تي سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جو ابو ۽ بانيڪار تسليم ڪيو وڃي ٿو ڇاڪاڻ تہ هن نہ رڳو سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ کي تصوف جي تعليمات سان هم آهنگ ڪيو پر ان سان گڏوگڏ هن سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ ۾ ڪجهہ نون موضوعن جو واڌارو ۽ اضافو آڻي، نين تشبيهن، ترڪيبن، تلميحن ۽ استعارن سان سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ کي هڪ نئين رنگ ۽ روپ سان سنواريو ۽ سينگاريو. پر سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي

اڀرندڙ هن نئين لهر ۾ نہ رڳو قاضي قادن پنهنجو پاڻ ملهايو پر ساڻس گڏ مخدوم نوح، شاهہ ڪريم ۽ لطف الله قادري جهڙن شاعرن بہ اهم ڪردار ادا ڪيو. انهن شاعرن قاضي قادن جي روايت کي برقرار رکندي، سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ کي پِٽن، پانن، چارڻن ۽ اسماعيلي مبغلن جي رزميہ ۽ مذهبي موضوعن جي قيد مان مڪمل طور تي آزاد ڪرائي، سنڌ جي رومانوي قصن جهڙوڪ: عمر مارئي، ليليٰ چنيسر، سسئي پنهون، سهڻي ميهار مورڙيي ۽ مانگر مڇ وغيره کي منفرد ۽ دلچسپ اندازِ بيان سان پيش ڪيو جنهن ۾ انهن جمالياتي ۽ رومانوي رنگ ڀري هڪ نئين روايت جو بنياد رکيو. جڏهن تہ ان روايت کي اڳتي هلي "ميون شاهہ عنات" مڪمل ڪيو. سنڌي ڪلاسيڪل شاعري جي هن موجد ۽ نين روايتن جي بانيڪار جو سمورو ڪلام سنڌي ڪلاسيڪل شاعريءَ جي لاءِ هڪ اهم ڪڙي جي حيثيت رکي ٿو ائين ڪٿي چئجي تہ ميين شاهہ عنات جي شاعري سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جو هڪ قيمتي ۽ بي بها خزانو آهي. جنهن جو نعم البدل ڪائنس اڳ ڪنهن بہ شاعر وٽ نٿو ملي، ڇاڪاڻ تہ هن پنهنجي تخيل، ڏات ۽ اعليٰ فهم ۽ فڪر وسيلي، نہ رڳو سنڌي شاعريءَ جي محدود دائري کي فني توڙي فڪري حوالي سان وسيع ۽ ڪشادو بڻايو پر سنڌي ٻوليءَ جي لفظي توڙي لغوي ذخيري کي گهڻي حد تائين هميشہ جي لاءِ محفوظ ڪيو جنهن جو سڌو سنئون اثر نہ رڳو سندس همعصر شاعرن تي پيو پر، ڪائنس بعد جي سڀني اساسي شاعرن کان ويندي جديد شاعرن جي شاعريءَ ۾ بہ، اهو اثر نمايان ۽ واضح نظر اچي ٿو. ان ڳالهہ چوڻ ۾ ڪوبہ وڌاءُ نہ ٿيندو تہ "ميون عنات پنهنجن موضوعن ۽ ٻوليءَ جي ڪري هڪ شاهوڪار شاعر آهي، وٽس شاعريءَ جي ڪنهن بہ پهلوءَ ۾ وکر جي ڪمي ناهي. (2)

ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ ۾ فن، فڪر ۽ جماليات جي لحاظ کان ايتريون خوبيون ۽ خصوصيتون آهن، جو انهن کي ڏسي، ماڻهو حيران رهجي وڃي ٿو.

## ميين شاهه عنات جو شاعريءَ ڏانهن لاڙو ۽ رغبت:

ميين شاهه عنات پنهنجي زندگيءَ ۾ شاعريءَ جي شروعات ڪڏهن ڪئي يا هن ڪنهن جي اثر هيٺ پنهنجو پاڻ کي شاعريءَ جي طرف راغب ڪيو؟ يا ائين ڪٿي چئجي ته سندس شاعريءَ طرف لاڙو يا رجحان ڪڏهن پيدا ٿيو ان بابت اجا تائين ڪابه ٺوس حقيقيت سامهون ته ناهي آئي، پر ڊاڪٽر بلوچ جي ڪيل تحقيق مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته، ميين شاهه عنات جي پرورش ۽ پالنا هڪ ادبي گهراڻي ۽ شاعراڻي ماحول ۾ ٿي، ڇاڪاڻ ته سندس والد بزرگوار هڪ درويش صفت انسان هو جنهن جي تعليم و تربيت هيٺ ٻالڪپڻي جي عمر ۾ ئي ميين شاهه عنات جي شخصيت تي ڪافي اثر پيو. سندس والد بزرگوار جي وفات کان پوءِ هن جي تعليم و تربيت سندس وڏي ڀاءُ "ميين احمد شاهه " ڪئي، جنهن جو هڪ بيت "لنگهن" (ان دور ۾ "لنگها" مقامي طور تي ڳائڻ وڄائڻ جي هڪ گروهه کي چيو ويندو هو) جي خلاف ملي ٿو جيڪو ڪجهه هن ريت آهي.

لنگهن کي لنگهڻ، هوندو ڏينهن قيام سين
هڪ جا لالچ لچن کي، ٻي طمع ترو تر
ويندا منجهه قبر، تيسين دانهون ڪندا دل سان.
(بلوچ، مقدمو ص: 25)

مٿئين بيت جي فني پختگي ۽ فڪري ربط مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته، ميين شاهه عنات جي پرورش ٻالڪپڻي کان ئي هڪ شاعر گهراڻي ۾ ٿي آهي، تنهنڪري ان ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته ميين شاهه عنات جي شخصيت تي شاعريءَ جو اثر ننڍپڻ کان ئي پيو. ڪافي روايتن مان اهو ثابت ٿيو آهي ته، هو ننڍپڻ کان ئي سماع ۽ سرود جي محفلن ۾ ويندو رهندو هو ۽ راڳ جي فن سان کيس گهري دلچسپي هئي، جنهن تي کيس پنهنجي ڀاءُ ميين احمد شاهه منع به ڪئي هئي، پر هو نه مڙيو ڇاڪاڻ ته کيس ڀٽائي وانگر سماع ۽ سرود سان بي انتها

عشق هو ۽ اهوئي سبب آهي جو سماع ۽ سرود جي محفلن جي اثر هيٺ سندس تخيلاتي دنيا ۾ هڪ نئين هلچل، هڪ نئون انقلاب ۽ هڪ نئون شوق و ذوق، جذبو ۽ جوش پيدا ٿيو جيڪو اڳتي هلي هڪ آفاقي شاعر جي حيثيت ۾ ظاهر ٿيو. سپ ڪان پهرئين ميين شاهه عنات جي شاعريءَ جا جيڪي شروعاتي اهڃاڻ يا آثار ملن ٿا، تن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته هن سپ ڪان پهرئين پنهنجي جواني جي عمر ۾ ڪجهه بيت ڪنهن کي پاراتو ڏيڻ يا ڪنهن کي دعا ڏيڻ جي صورت ۾ چيا، جيڪي بي ساخته ڪاوڙ غُصي يا ڪنهن سان پيار ڪرڻ جي حالت ۾ سندس زبان تي اچي پاڻمرادو طاري ٿيندا هئا. پر جڏهن سندس جوڀن، جواني موٽ ڪاڏي ۽ سندس ضعيفي عمر شروع ٿي ته، هن جو لاڙو فقيري طبيعت طرف ٿيو جنهن جي اثر هيٺ هن سنڌ جي مختلف درويشن ۽ بزرگن سان وڃي سندن آستانن تي روح رهاڻيون ڪيون، جن جي ظاهري ڏيک ويک، هلت چلت ۽ ڪاني ڪرامت جو مٿان ايترو ته اثر ٿيو جو هن سندن شان ۾ حمديه شعر چوڻ شروع ڪيا، جيڪي سُر ڏناسري ۾ اڄ به موجود آهن. انهن بزرگن ۾ شيخ عبدالقادر جيلاني رح، شيخ بهاوءالدين ذڪريا ملتاني رح، ڀاون شاهه رح، ضياءُ الدين رح ۽ لال شهباز قلندر رح جهڙا مشهور و معروف درويش ۽ بزرگ قابلِ ذڪر آهن. ان وقت سندس عمر اٽڪل چاليهن سالن کان مٿي هئي ۽ ڊاڪٽر بلوچ موجب؛ ميين شاهه عنات لڳ ڀڳ پنهنجي شاعريءَ جي شروعات 40 کان 60 سالن جي عمر جي وچ ۾ ڪئي، هو لکي ٿو ته، ”غالباً هن دور ۾ ئي ميين شاهه عنات بزرگن ۽ درويشن جي ساراهه ۾ بيت چيا ۽ سندس حقيقي شاعري هن عرصي ۾ ئي شروع ٿي. “(3)

اهڙي ريت سندس شاعراڻي ذات جو سلسلو هن دور کان ئي شروع ٿي ۽ اڳتي هلي اها پنهنجي عروج ۽ ڪمال تي پهتي. ميين عنات جي شاعري، سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ کي نه رڳو نوان موضوع ۽ نئون اسلوب عطا ڪيو پر هڪ نئين جمالياتي جهان کي پڻ جنم ڏنو.

## ميين شاهہ عنات جي دور جون سياسي ۽ سماجي حالتون:

سنڌ جي هن عظيم شاعر جڏهن نصرپور جي سرزمين تي شاهہ نصرالدين جي گهر ۾ جنم ورتو تہ ان وقت سياسي حوالي سان سنڌ جي سرزمين تي مغلن جي شهنشاهيت ۽ سلطنت قائم هئي. سنڌي قوم اجا ارغونن ۽ ترخانن جي ڏاڍ ۽ ظلم منجهان مڪمل آزاديءَ ڪو نہ ماڻي هئي، تہ مٿان وري مغلن اچي سنڌ ۽ سنڌي قوم کي پنهنجو غلام بڻايو. ارغونن ۽ ترخانن تہ سنڌ سان ماتيلي ماءُ وارو سلوڪ ڪيو پر مغلن بہ پنهنجي وسان ڪين گهٽايو انهن سنڌ جي وحدت کي ڇيهو رسائيندي ڪيس ٽن حصن ۾ تقسيم ڪيو ۽ انهن ٽن حصن ٺٽو، بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ پنهنجا الڳ الڳ حڪمران يا گورنر مقرر ڪيا. انهن حڪمرانن جي نگراني ۾ سنڌ جي انهن ٽنهي تاريخي پرڳڻن جو حشر نشر، نہ رڳو تمام خراب ڪيو ويو پر اهي مڪمل طور تي نيست و نابود تي چڪا هئا. انهن نا اهل حڪمرانن سان گڏوگڏ ڪرپٽ، سست ۽ رشوت خور ڪامورن ۽ فوجي عملدارن سنڌي ماڻهن جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو هو. انهن جا ذهن مڪمل طور تي مفلوج تي چڪا هئا. سنڌ جون ان وقت سياسي، سماجي، معاشي ۽ اقتصادي حالتون بهتر ٿيڻ کان وڌيڪ بدترين تي چڪيون هيون. همايون، اڪبر ۽ جهانگير جهڙن مغل بادشاهن جي دورِ حڪومت ۾ سنڌ مختلف عقوبتن کي برداشت ڪيو جنهن ۾ خانان خان جي سنڌ جي مٿان چڙهائي، شهزادي خرم ۽ دارا جي بغاوت جهڙا معرڪا سنڌي ماڻهن کان تاريخ ۾ ڪڏهن بہ ڪونہ وسرندا. جن سنڌ ۾ اچي قتل و غارت جو ماحول برپا ڪرڻ سان گڏوگڏ ڪيترن ئي شهرن کي جلايو ۽ انهن شهرن ۾ رهندڙ ماڻهن کي بہ زنده جلائي رک جو ڍير بڻائي ڇڏيو. جڏهن شاهہ عنايت صوفي ۽ مخدوم بلاول جهڙن روشن خيال ۽ انقلابي ماڻهن قومپرستيءَ جو مظاهرو ڪندي بغاوت جو اعلان ڪيو تہ انهن کي بہ ڪنهن نہ ڪنهن معاهدي تحت تاهہ ڪرڻ جي صورت ۾ پنهنجي شاهي محلن ۾ گهرائي، دوکي سان قتل ڪرايو ويو

جنهن جي ڪري سنڌي قوم ۾ جيڪا ٿوري گهڻي انقلابي چڻنگ ڌُکي هئي، سا بہ پيڙ پيڙڪڻ کان پهريان ئي وِسامي وئي ۽ سنڌي قوم کي ويتر بک، بدحالي ۽ جهالت جي ور چاڙهيو ويو. بهرحال اها سڄي صورتحال سنڌ جي مٿان لڳ ڀڳ سوا سؤ سال تائين قائم رهي ۽ ان سڄي عرصي دوران ميين شاهه عنات پنهنجي ٻالڪپڻي کان وٺي جوانيءَ تائين انهن سيني حالتن کي پنهنجي اکين سان ڏٺو ۽ سنڌي ماڻهن جي هر درد، تڪليف ۽ ڏک کي پنهنجي دل جي گهرائيءَ سان محسوس ڪيو. مغلن جي ان بربريت ۽ ظلم خلاف جڏهن سنڌ جي سرزمين تي ڪلهوڙن حڪمرانن پنهنجي جدوجهد شروع ڪئي تہ سڄي سنڌ ان انقلابي صدا گونجڻ تي لبيڪ ڪئي، ڇاڪاڻ تہ سنڌي ماڻهن ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ انقلابي صدا چاهي ٿي، اهي آرين، ايرانين، يونانين، عربن، ترخانن، ارغونن جي ظلمن کي تہ گهڻي وقت کان ڀوڳي چڪا هئا، پر هاڻي مغلن جي ظلمن مان ڪين مڪمل نجات ۽ ڇوٽڪاري جي ضرورت هئي، بس انهن کي انتظار هو ڪنهن عظيم رهنما ۽ اڳواڻ جو جيڪو ڪين ميان نصير الدين ڪلهوڙي جي صورت ۾ مليو جنهن سڀ کان پهرئين ڪاڇي ۽ چانڊڪي (لاڙڪاڻو) تي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، جنهن جي ڪري سڄي سنڌ ۾ سندس عام مقبوليت ٿيڻ لڳي ۽ سموري سنڌي قوم ساڻس گڏجي مغلن جي ظالم حڪمرانيءَ جو خاتمو آندو ۽ ڪين بدترين شڪست ڏيڻ ڪانپوءِ انهن جي سموري سلطنت جي مڪمل طور تي ڪايہ پلٽ ڪئي، جنهن ڪري 1681ع ڌاري ڪلهوڙن جي حڪومت جو بنياد پيو جنهن جي قائم ٿيڻ جو اثر ميين شاهه عنات تي، ان حد تائين پيو جو سندس دل باغ و بهار ٿي وئي ۽ هن ان وقت جي ڪلهوڙا حڪمران ميان نصير الدين جي شان ۾ پنهنجي قومپرستيءَ جو مظاهرو ڪندي، هڪ حمديہ ۽ تعريفي بيت لکيو جيڪو ڪجهہ هن ريت آهي.

نسريو نصير، چانڊڪي ۾ چنڊ ٿي
ڪاڇو ڪوڙي ۾ ڪري، ملي وينو مير

دمامي جي دوئنس سان، ڦري ٿو فقير
آهي هيءَ "عنات" چئي، سندو سنڌ همير
سي وٺا هلي ڀاڙيري، ڪٺي ڪروڙئون ڪير
تن ڪي گڏيو ڪين گس تي، بدو نہ بدگير
خاصي خدا آباد منجهہ، عطر ۽ عنبير
جان جان ندي نير، تان تان طبل تنهنجو.
(بلوچ، مقدمو ص: 37)

تاريخ گواهہ آهي تہ، ميين شاهہ عنات جي اها ڳالهہ سورنهن آنا سچ ثابت ٿي ۽ ميان نصير الدين جي حڪومت سان جڏهن ڪلهوڙن جي حڪمرانيءَ جو دور شروع ٿيو تہ، سڄي سنڌ ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر خوشحالين ۽ خوشين جو ماحول پيدا ٿي پيو.

## ميين شاهہ عنات جي دور جون علمي ۽ ادبي حالتون:

ميين شاهہ عنات جو تعلق لڳ ڀڳ ان دور سان آهي، جنهن وقت سنڌ جي سرزمين تي دهليءَ جي مغليہ نوابن جي حڪومت هئي. مغلن جي دور ۾، سنڌ جون علمي ۽ ادبي حالتون جيتوڻيڪ اڳين دورن کان وڌيڪ بهتر هيون، پر اهي مڪمل طور تي ارغونن ۽ ترخانن جي دورن وانگر فارسي ٻوليءَ ۽ ادب جي اثر هيٺ رهيون. ڇاڪاڻ تہ ارغونن ۽ ترخانن جي دورن وانگر هن دور ۾ بہ فارسي ٻوليءَ کي علمي، ادبي ۽ دفتري حيثيت حاصل هئي، جنهن ڪري ان دور ۾ جيڪي بہ علمي ۽ ادبي ڪم ٿيا، انهن تي گهڻي ڀاڱي فارسي ٻوليءَ جو اثر نمايان رهيو. فارسي ٻولي، نہ رڳو مغلن جي شاهي محلن جي درٻاري ٻوليءَ جي حيثيت ۾ رهي، پر دهليءَ جي نوابن مان ڪيترائي گورنر فارسي ٻوليءَ جا بهترين شاعر بہ هئا. جن ۾ نواب احمد يار خان، ظفر حسن خان ۽ نواب حفظ الله خان وغيره جا نالا سرِ فهرست آهن. انهن جي اها خواهش هئي تہ، فارسي ٻوليءَ کي پوري برِصغير تي نافذ ڪيو وڃي. ۽ اهوئي سبب آهي، جو انهن سنڌ جي ماڻهن تي بہ پوري برِصغير وانگر

فارسي ٻوليءَ کي جبري طور نافذ ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جو علمي ۽ ادبي ماحول تبديل ٿيڻ لڳو ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب کي نہ رڳو ڪاپاري ڌڪ لڳو پر ڪيس ثانوي درجي جي حيثيت ۾ ساڳي ريت برقرار رکيو ويو. ان عرصي دران فارسي ٻوليءَ ۾ نہ رڳو سرڪاري لکپڙهہ ۽ خط و ڪتابت جو ڪم ٿيڻ لڳو بلڪ ادب ۽ شاعريءَ سان گڏوگڏ تاريخ نويسي ۽ اخبار نويسي جو ڪم بہ فارسي ٻوليءَ ۾ ئي ٿيڻ لڳو. جنهن سبب ڪيترائي مشهور ۽ معروف هندستاني شاعر جهڙوڪ: سيد غلام علي آزاد بلگرامي، مير سيد محمد بلگرامي، عبدالجليل بلگرامي، مهتا چندر بان، شيوڪ رام "مخلص" محمود صابري، محمد سعيد راهبر، مير علي جعفر ۽ سيد فضائل علي خان جهڙا مشهور فارسي ۽ اردو ٻوليءَ جا شاعر ان وقت سنڌ ۾ آيا. جن منجهان عبدالجليل ۽ سيد غلام آزاد جهڙن شاعرن نہ رڳو ان وقت 'وقائع سرڪار سيوستاني'، 'وقائع سرڪار ٺٽو' ۽ 'وقائع سرڪار بکر' جهڙين مشهور اخبارن جي ايڊيٽر طور پنهنجون خدمتون سرانجام ڏنيون، پر سنڌ جي شاعرن جي سرپرستي ۽ اڳواٽي جو ذمو بہ پاڻ تي کنيائون. انهن شاعرن سان گڏوگڏ ٻين شاعرن بہ سنڌ جي شاعرن سان نہ رڳو پنهنجي ميل ميلاپ جو سلسلو قائم ڪيو پر انهن سان پنهنجا مضبوط تعلقات ۽ لاڳاپا بہ قائم ڪيا. جنهن جي نتيجي ۾ ان وقت رڳو "فارسي گهوڙي چاڙهسي"، "سنڌي وائي، ڪم نہ آئي"، "مغلن اڳيان فارسي وسريو وڃي" ۽ پڙهي فارسي وڪڻي تيل، ڏسو قدرت جو کيل" وغيره جهڙيون مشهور چوڻيون ۽ پهاڪا سنڌ جي مشهور عالمن ۽ اديبن جي سِر تي لالچ ۽ لوڀ جي آڙ ۾ ڪنهن خيالي ڀوت وانگر غلبو ڪرڻ لڳا. انهن شاعرن ۾ شيخ ورو مخدوم معين بيراگي، عبد السبحان ٺٽوي ۽ مير حيدر تراب جهڙا مشهور فارسي گو شاعر شامل آهن. جن جو ذڪر مير علي شير قانع پنهنجي هڪ اهم تصنيف "مقالات الشعراءَ" ۾ ڪيو آهي. انهن شاعرن جو سچو زور فارسي ۽ اردو ٻولين ۾ شعر چوڻ، انهن ٻولين ۾ لکيل ديوانن مان ڀرپور استفادو حاصل ڪرڻ،

ايراني ماحول ۽ موضوع سان گڏوگڏ اتان جي فرسوده ۽ روايتي تشبيهن، ترڪيبن، تلميحن، تمثيلن ۽ استعارن جو پنهنجي شاعريءَ ۾ جابجا استعمال ڪرڻ ۽ ان وقت جي مشهور اردو ۽ فارسي گو شاعرن جي ديوانن مان سٽن جو سٽون ترجمو ڪرڻ سان گڏ انهن ديوانن ۾ موجود اهي ئي ساڳيا قافيہ ۽ رديف استعمال ڪرڻ تي هو. ان حوالي سان جي اثر بابت ڊاڪٽر اياز قادري لکي ٿو تہ "انهن دورن ۾ نہ صرف سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن ان (فارسي) جو مطالعو ڪيو پر ان ۾ سخن سنجي بہ ڪئي. "(4)

ان عمل خلاف سنڌي عالمن، اديبن ۽ شاعرن وسان ڪين گهٽايو سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ، بقاءَ ۽ واڌاري خاطر پنهنجي جدوجهد ڪي جاري رکيو جنهن ۾ مخدوم ابوالحسن ڏاهري، نہ رڳو سنڌي صورتخطي جوڙي "مقدمتہ الصلوات " لکيو پر سموري سنڌي قوم جي دلين ۾ هڪ نئين جوش ۽ جذبي کي اڀاريندي پنهنجي مادري ٻوليءَ جي اهميت ۽ افاديت کي پڻ اجاگر ڪيو. مخدوم صاحب سان گڏوگڏ مهراج پرٽناٿ سنڌي ۾ سلوڪ بہ ان دور ۾ ئي چيا، ۽ ان کان علاوه ميون شاه عنات، شاه لطف الله قادري، عثمان احساني، ميون عيسو هالائي، شاه عنايت صوفي، فاضل بکري ۽ احسان فقير جهڙا نامور شاعر بہ هن دور ۾ ئي پيدا ٿيا، جن پنهنجي مادري ٻوليءَ سان محبت جو اظهار ڪندي، ان جي ڀرپور آبياري ڪئي. انهن سنڌي شاعرن منجهان ميون شاه عنات سيني شاعرن کان گهڻو اڳتي نڪري چڪو هو جنهن نہ رڳو پنهنجي شاعريءَ وسيلي نين روايتن جو بنياد وڌو پر نج پنهنجي ديس جي لوڪ قصن ۽ موضوعن کي بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ دل کولي پيش ڪيو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ پنهنجي ديس جي ماڻهن، ماڳن، مڪانن، ريتن، رسمن، خوشين، خوشحالين، اهنجن، ايذائن سان گڏوگڏ پنهنجي ديس جي سخي مردن جي سخاوت ۽ بهادرن جي بهادريءَ کي هڪ نئين رنگ ۽ روپ ۾ سوڌي، سنواري ۽ سينگاري، چنڊي ۽ ڇوڪي انهن ۾ هڪ نئون روح ڦوڪي، انهن کي سهڻي اسلوب ۽ دلچسپ اندازِ بيان

سان نہ رڳو پيش ڪيو پر انهن کي هميشہ جي لاءِ امر ڪري, ايندڙ شاعرن جي لاءِ هڪ راهہ بہ هموار ڪئي, جنهن جو اثر اڳتي هلي ڪلهوڙا دور ۾ پنهنجي عروج ۽ ڪمال تي پهتو جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ جو هڪ سدا حيات عظيم شاعر شاهہ لطيف نسري نروار ٿي سامهون آيو ۽ ان اچي, سنڌي شاعري جي ڪيڙيل زمين کي ويتر سيراب ۽ سرسبز و آباد ڪيو.

## ميين شاهہ عنات جي ڪلام تي ٿيل تحقيق جو جائزو:

"ميين شاهہ عنات جي شخصيت ۽ ڪلام ٻيئي, تاريخي حيثيت سان سنڌي ادب ۾ اهم مقام رکن ٿا. خاص طرح سان سنڌي شاعريءَ جي ارتقائي تاريخ ۾, هڪ قادر الڪلام ۽ پيش رو شاعر جي حيثيت سان, ميين صاحب جي منزل گهڻو مٿي آهي. "(5)

ميين عنات جي ڪلام کي سنڌ جي هڪ برجستي عالم ۽ اديب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 1944ع ڌاري ڳولي لڌو. هو ان بابت لکي ٿو تہ, "سنہ 1944ع ۾ سنڌ جي تاريخ بابت تحقيق ڪندي نصرپور وڃڻ ٿيو جتي مرحوم ميان مريد حسين شاهہ وٽ ميين شاهہ عنات جي ڪلام جو قلمي نسخو نظر مان گذريو جنهن جي ڏسڻ سان هن قيمتي ڪلام جي اهميت معلوم ٿي ۽ خيال آيو تہ, جيڪر هوند اهو ڪلام ڇپجي پوي تہ سنڌي علم ادب ۾ اهم اضافو ٿئي. "(6)

ڊاڪٽر بلوچ هن 1951ع ڌاري شاهہ عبداللطيف جي ٻہ سئو سالہ سالگرهہ جي موقعي تي, "شاهہ عنات رضوي ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي" جي عنوان سان هڪ تقابلي مضمون بہ پيش ڪيو جيڪو بعد ۾ فيبروري 1952ع ڌاري سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مشهور مخزن " نئين زندگي" ۾ شايع ٿيو. جنهن ڪانپوءِ باقده طور ڊاڪٽر صاحب, ميون شاهہ عنات جي ڪلام جي ڳولا (1950ع کان 1961ع تائين) ڪئي ۽ قلمي نسخن, خانداني روايتن ۽ سگهڙن وٽان ملندڙ مختلف بيتن ۽ حڪايتن جي بنياد تي, هن آڪٽوبر 1963ع ڌاري ميون شاهہ عنات جي

مجموعي ڪلام جيڪو 469 بيتن ۽ 42 وائين تي مشتمل آهي، ڪي "ميون شاهه عنات جو ڪلام" جي عنوان هيٺ هڪ ڪتابي صورت ۾ سندس شخصيت، فن ۽ فڪر تي جامع ۽ مفصل انداز ۾ هڪ تحقيقي مقدمو لکي، سنڌي ادبي بورڊ جي سهڪار سان شايع ڪرايو. ڊاڪٽر صاحب کي جيڪي به قلمي نسخا، خانداني روايتون ۽ سگهڙن کان ملندڙ بيت حاصل ٿيا هئا، انهن جو تفصيلي احوال هن پنهنجي مقدمي ۾ مجموعي طور پيش ڪيو آهي، جن هن ۾ "ميان اميد علي شاهه" ۽ "ميان قادر شاهه وڏي" جي مدد سان سهيڙيل ہن اهم قلمي نسخن سان گڏوگڏ حاجي محمد سوڍر، حاجي عمر چانڊيي، خليفي گل محمد نوحاڻي، سالار خان ۽ حاجي اسماعيل راڏي جهڙن سگهڙن جون صدري روايتون ۽ حڪايتون پڻ شامل آهن. جنهن جي باري ۾ هو مقدمي جي آخر ۾ ڪجهه هن ريت لکي ٿو ته، "ميين شاهه عنات جي شعر ۽ سوانح جي سلسلي ۾ هي حالات تازو دستياب ٿيا آهن، جي هت قلمبند ڪيا ويا آهن، وڌيڪ پيچا ۽ ڪوشش سان ممڪن آهي ته، ڪي وڌيڪ اهڃاڻ ملي وڃن. "(7)

ڊاڪٽر بلوچ کانپوءِ سنڌ جي مختلف عالمن ۽ اديبن ميين شاهه عنات جي ڪلام تي تحقيق ڪندي، تحقيقي مقالا ۽ مضمون لکيا آهن، جن ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد، ڊاڪٽر تنوير عباسي، ڊاڪٽر ڄيٺو لالواڻي، غلام محمد گرامي، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، ماڪن شاهه رضوي، خليل ڪوسو سيد امداد علي شاهه نصير مرزا، مٺو مهيري، محمد هارون مجيداڻو ۽ ڊاڪٽر فياض لطيف جهڙن مشهور اديبن ۽ ليکڪن جا نالا سرِ فهرست آهن، جن ڪي سهيڙي ڊاڪٽر اسحاق سميجو صاحب " ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ جو اهم رتن 'ميون شاهه عنات رضوي' " جي نالي سان هڪ اهم ڪتاب ترتيب ڏنو آهي. جيڪو ميين شاهه عنات جي ڪلام تي تحقيق ڪرڻ واسطي هڪ اهم دستاويز جي حيثيت رکي ٿو ان کان علاوه ميين شاهه عنات جي پنهنجي خاندان

مان ئي سندس هڪ فرد سيد ضياءَ عباس شاهہ صاحب ميين صاحب جي ڪلام کي نئين سر سنواري ۽ سڌاري هڪ نئين ترتيب سان مڪمل رسالو ترتيب ڏنو جيڪو پڻ تحقيق واسطي هڪ اهم حيثيت جو حامل آهي. اهو ڪم ائين ڪٺي چئجي تہ: ميين شاهہ تي تحقيق جي حوالي سان هڪ پيڙهہ جي پٿر مترادف آهي، جنهن تي هڪ وڏي عمارت ڪڙي ڪرڻ، ايندڙ دور جي محققن، اديبن ۽ نقادن جو ڪم آهي، چاڪاڻ تہ موجوده دور ۾ ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ تي تحقيق ڪرڻ جي لاءِ جديد رجحانن ۽ لاڙن هيٺ لکڻ، پڙهڻ ۽ پرکڻ جي بيحد ضرورت آهي.

## ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ ۾ انفراديت:

جنهن وقت هڪ پاسي سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب تي فارسي ٻوليءَ ۽ ادب جو اثر هو تہ ٻئي پاسي وري ان تي هندستان ۾ شروع ٿيندڙ اردو ٻوليءَ جي مشهور تحريڪ ”ريختہ“ جو بہ چڱو ڀلو اثر هو. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌي شعر جي اپرندڙ سج کي گرهڻ لڳڻ شروع ٿي چڪي هئي، اهڙي ماحول ۾ هن ڌرتيءَ جا ڪجهہ شاعر پنهنجي تخليقي صلاحيتن جي بنياد تي، سنڌي ٻوليءَ جي دامن کي پنهنجن تخليقي موتين سان مالا مال ڪري رهيا هئا. انهن ۾ هڪ پاسي تہ عوامي شاعر هئا، جن سنڌ جي لوڪ قصن ۽ داستانن کي جهرجهنگ ۾ ٻئي ڳايو ۽ ٻئي پاسي سنڌ جا صوفي بزرگ ۽ درويش هئا، جن پنهنجي شاعريءَ وسيلي پنهنجن مريدن ۽ معتقدن کي هدايت ۽ رهبري جي تعيلمات ڏني پئي، جنهن ۾ خاص طور تي قاضي قادن، شاهہ ڪريم، لطف الله قادري ۽ ميون شاهہ عنات جهڙا اهم شاعر قابل ذڪر آهن. ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ، قاضي قادن، شاهہ ڪريم ۽ لطف الله قادري جهڙا شاعر گهڻي ڀاڱي تصوف جي رنگ ۾ مڪمل طور تي رنڱجي چڪا هئا، پر ميين شاهہ عنات جهڙي وينجهر شاعر، نہ فقط ڪيترين ئي نين روايتن کي جنم ڏنو پر پنهنجي شاعريءَ کي عوامي موضوعن ۽

ڪردارن سان پُر ڪري، اهڙو اثرائتو بڻائي، جو اها هر ماڻهوءَ کي پنهنجي اندر جو آواز محسوس ٿيڻ لڳي. ائين ڪٿي چئجي ته، ” ميون شاهہ عنات پهريون شاعر آهي، جنهن جي ڪلام ۾ هن ٻه درياهي جو پورو سنگم نظر اچي ٿو. “

(8) ميين شاهہ عنات تصوف جي رمزن سان گڏوگڏ پنهنجي شاعريءَ ۾ سورمن ۽ سورمين جي عشق و محبت جي رومانوي قصن کي دلچسپ ۽ تفصيلي انداز ۾ پيش ڪيو آهي. رومانوي داستانن سان گڏ هن پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي سيني سورهين ۽ سخي مردن جهڙوڪ: رٽمل جاڙيجي، ابڙي اڙٻنگ، ڄام مهڙ نوتيار، ڄام ڪرن، ڄام سپڙ چوٽياڻي، ڄام تماچي، ڄام جکري، ڄام هوٿياڻي ۽ راءِ ڏياچ وغيره جي سوڀ، سخاوت ۽ سچائيءَ کي پنهنجي هڪ سُر ” بلاول“ ۾ جابجا بهترين نموني ساراهيو ۽ ڳايو آهي. هن ٻين شاعرن جي قائم ڪيل روايتن کي ڇڏي، پنهنجي هڪ نئين روايت جو آغاز ڪيو جنهن ۾ سمايل فڪري انفراديت ئي سندس شاعريءَ جو هڪ چٽو پٽو ثبوت آهي. هن ” فارسي گهوڙي چاڙهسي“ واري فرسوده روايت، نوازش ۽ نياز واري انداز ۾ ايراني ماحول جي اثر هيٺ آيل گل و بلبل، سرو صنوبر، غنچہ گل، نرگس و سنبل وغيره جهڙين روايتي تشبيهن، ترڪيبن، تلميحن، تمثيلن ۽ استعارن کي ٺُڪرائي، پنهنجي شاعريءَ ۾ چنڊ ۽ تارن، ڪوهي نارن، ڪونئرن، ڪِرڙن، پوئنرن، قرقل قوتن، پارچن، عطر عنبيرن، ڪاڙي ڪيڙائن، سامين، جوڳين، لاڪي، ريباڙين، آتڻ ۽ ڪاپائتين وغيره جهڙين خوبصورت تشبهين، ترڪيبن، تلميحن، تمثيلن ۽ استعارن کي نج پنهنجي ديس جي سليس، سادي ۽ عام فهم ٻوليءَ ۾ پرُلطف ۽ من موهيندڙ انداز سان پيش ڪيو. هن شمع ۽ پرواني بدران ڪُوري ۽ پتنگن، ميخاني، شراب ۽ ساقي بدران موڪين ۽ متارن کي پيش ڪرڻ وڌيڪ موزون ۽ مناسب سمجهيو آهي. هو سنڌ جي فارسي گو شاعرن وانگر پنهنجي پرين تائين پيغام پهچائڻ جي لاءِ ڪنهن ”نامہ بر يا قاصد “ کي نہ پر ڪانگلڙي، چنڊ ۽ سج جهڙين

فطري ۽ آفاقي علامتن ذريعي پنهنجي محبوب تائين پيغام رسائي ٿو. هو پنهنجي شاعريءَ ۾ هڪ درٻاري شاعر وانگر بادشاهن جي قصيده خوانيءَ جو قائل نہ، پر مسڪين، مجذوب ۽ الله لوڪ فقيرن، درويشن ۽ بزرگن جي مدح ڪرڻ ڪي ئي مناسب ۽ موزون سمجهي ٿو. هن پنهنجي شاعري ۾ بنا ڪنهن رنگ، نسل ۽ مذهبي متڀيد جي، هندو جوڳين، سامين، ڪاپڙين ۽ آديسين جي عشق سنديون رمزون، سُر پورب سان گڏوگڏ سُر رامڪليءَ ۾ مڪمل ۽ اثرائتي نموني پيش ڪيون آهن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ مطابق: " ميون شاهہ عنات غالبا پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن انهن فقيرن جي ڪن خاص فرقن، جهڙوڪ سيپٽوري، راميسري، ۽ مهيسري جا احوال ڏنا آهن ۽ گُرو گورکناٿ ۽ سامي سڏناٿ جا نالا کنيا آهن. "(9)

هن پنهنجي سموري زندگي، سنڌ جي سيلاني لطيف وانگر سنڌ جا جهر جهنگ جهاڳيندي واهڻ ۽ وستين جي سير ۽ تفريح ۽ گهمڻ ڦرڻ ۾ وقف ڪئي. هن مسڪين ماروئڙن جي رهڻي ڪهڻي ۽ ريتن رسمن سان گڏ انهن جي ڏکن، سکن، خوشين ۽ خوشحالين جو ذڪر سُر مارئي ۽ سُر سارنگ ۾ فطرت جي شاهڪار منظرنگاريءَ جي صورت ۾ جمالياتي ۽ رومانوي انداز ۾ ڪيو آهي. هن جي شاعري جي سونهن ۽ سگهہ جو اندازو ان ڳالهہ مان ئي لڳائي سگهجي ٿو، " هن سنڌ جي چپي چپي جي جاگرافي، تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت وغيره جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪيو ۽ ان جو عرق پنهنجي آفاقي شاعريءَ ۾ پريو آهي. "(10)

هن پنهنجي شاعريءَ ۾ سسئيءَ جي ڏکن ۽ سورن، مارئيءَ جي ميٺ ۽ محبت، مومل جي موهہ ۽ مجاز سهڻي جي سِڪ ۽ سوز نوريءَ جي نياز ۽ نوڙت، وڻجارين جي بيچيني ۽ بيقراريءَ سان گڏوگڏ ليلا جي لوڀ ۽ لالچ کي پڻ نهايت ئي سهڻي انداز سان تمثيلي صورت ۾ پيش ڪيو آهي. هن پهريون ڀيرو پنهنجي شاعريءَ ۾ تاريخي واقعن سان گڏوگڏ ان وقت جي دنيا جي تاريخي شهرن جهڙوڪ: روم، دهلي،

خراسان، قنڌار، قلات، گجرات، حيدرآباد دکن، جيسلمير، مديني، مڪي ۽ ملتان وغيره جهڙن شهرن سان گڏوگڏ سنڌ جي شهرن جهڙوڪ: بدين، عمرڪوٽ ۽ ٿرپارڪرن جهڙن تاريخي شهرن جو ذڪر سُر سارنگ ۽ سُر سريراڳ ۾ ڪيو آهي. ائين ڪٿي چئجي ته، " شاھ عنات پنهنجي ذات، ڏاهپ ۽ فنڪارانہ پيشڪش جي ذريعي ڪيتريون ئي نيون راهون گهڙيون ۽ نيون روايتون قائم ڪيون، جن تي هلي شاعرن سنڌي شاعريءَ کي ترقي ڏياري ۽ ڏياري رهيا آهن. " (11) تنهنڪري ان ڳالھ ۾ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي تہ، ميين شاھ عنات جي اها تخليقي انفراديت کيس سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي سيني شاعرن ۾ هڪ الڳ ۽ منفرد حيثيت بخشي ٿي.

## حوالا


1. جوڻيجو عبدالجبار، "سنڌي ادب جي مختصر تاريخ"، روشني پبليڪيشن، 2013ع، ص: 48
2. جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر، "سنڌي ادب جي تاريخ (جلد_1)"، سنڌي لينگوئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2004ع، ص: 116
3. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، (مقدمو)"ميين شاھ عنات جو ڪلام"، سنڌي ادبي بورڊ، ڇام شورو 2010ع، ص: 28
4. ملاح، مختيار احمد (مرتب)، "سنڌ ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون (جلد_V)" سنڌي لينگوئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2011ع، ص: 155
5. سميجو اسحاق، ڊاڪٽر (مرتب)، "ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ جو اهم رتن: ميون شاھ عنات رضوي" حضرت ميون شاھ عنات رضوي فائونڊيشن، 2019ع، ص: 227
6. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، (مهاڳ)"ميين شاھ عنات جو ڪلام"، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو 2010ع، ص: 5

7. ساڳيو ص: 82
8. ساڳيو ص: 58
9. ساڳيو ص: 31
10. سميجو اسحاق، ڊاڪٽر (مرتب)، ”ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ جو اهم رتن: ميون شاھ عنات رضوي“ حضرت ميون شاھ عنات رضوي فائونڊيشن، 2019ع، ص: 201
11. ساڳيو ص: 173

# باب ٽيون

## ميين شاهه عنات جي شاعريءَ ۾ رومانويت:

سنڌي ٻولي ۽ ادب جو هڪ اهم ۽ نشانبر شاعر، نين روايتن جي بانيڪار، ڪيترن ئي تخليقڪارن کان هڪ الڳ ۽ منفرد حيثيت رکندڙ هڪ عظيم تخليقڪار ميين شاهه عنات، نہ رڳو پنهنجي فن، فڪر ۽ شخصيت ۾ ڪيترن ئي شاعرن کان منفرد ۽ مختلف آهي، پر سندس شاعري سنڌي ٻولي ۽ ادب جو هڪ عظيم ڪلاسيڪل ورثو بہ آهي، جنهن جي قدر و قيمت، حيثيت ۽ اهميت کان ڪيترائي ادب ذوق ماڻهو بخوبي واقف آهن. ڇاڪاڻ تہ، سندس شاعريءَ ۾ موجود فني ۽ فڪري وسعت، موضوعن جي انفراديت، سليس ۽ سادي زبان، دلچسپ ۽ دلفريب اندازِبيان، لفظن جي چونڊ، چوٽيون، پهاڪا ۽ محاورا، خوبصورت تشبيهون، ترڪيبون، تلميحون، تمثيلون ۽ استعارا، پنهنجي ديس جا خوبصورت ۽ وڻندڙ نظارا، فطري حسناڪيون، رنگينيون ۽ رعنائيون، وجودي پيڙائون ۽ پڇتاءَ سان ڀرپور سرزد هوائون، رومانوي ڪردارن ۾ موجود محبوبائن جا ناز نخرا ۽ ادائون، آهون ۽ دانهون، حسن و جمال، درد و وصال، رنج و ملال، محبتي مجاز حقيقت ۽ راز پُرڪيف ۽ پُرڪشش، عجيب و غريب، روح جي گهراين کي ڇهندڙ من کي مدهوش ۽ مست ڪندڙ انساني امنگن، احساسن ۽ جذبن ۾ تحرڪ آڻيندڙ سموري تن کي تازگي ۽ فرحت بخشيندڙ هم راز دمساز ۽ دلسان آرام ۽ آٿت ڏيندڙ سينگاريل ۽ سنواريل خوشبو ۽ هڳاءُ سان معطر پُررونق ۽ پرلطف ماحول سان

گڏوگڏ نہ رڳو انيڪ ۽ اڪيچار رومانوي، جمالياتي، احساساتي رنگ ۽ روپ ملن ٿا، پر ان سان گڏ سندس شاعريءَ ۾ الاهي رازن سان سرشار، شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت سان پُرڪِنار تصوف جي تعليمات ۽ تربيت سان لاڳاپيل ڪيترائي معنيٰ جا موتي، ولين، درويشن، بزرگن ۽ صوفين سان عقيدت، محبت ۽ صحبت، انهن سان ٿيل گڏجاڻين ۽ رهاڻين جا احوال، قيل و قال، ڪرامت و ڪمال، جاه و جلال سان ڀرپور سندس دور جي مذهبي، سياسي، سماجي، معاشي ۽ ثقافتي حالتن سان گڏوگڏ انساني ۽ اخلاقي قدرن جو هڪ چٽو پٽو عڪس بہ ملي ٿو. تنهنڪري ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي تہ، سندس فن، فڪر ۽ فلسفو نهايت ئي معنيٰ خيز معقول ۽ مدبرانہ نوعيت جو آهي، جنهن جو هر هڪ پاسو ۽ پهلو تشريح ۽ توضيح ڪرڻ جي لائق آهي، پر اسان هتي سندس شاعريءَ جي هڪ اهم ۽ نمايان پهلو ”رومانويت“ جي باري ۾ سوچڻ، سمجهڻ، سکڻ ۽ لکڻ جي ڪوشش ڪنداسين، جنهن جو دائرو ايترو تہ وسيع ۽ وِشال آهي، جو سندس هر هڪ سُر جي سيني بيتن ۽ وائين ۾ ڪونہ ڪو رومانوي رنگ ۽ روپ جابجا ۽ جملي طور ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ واضح ۽ چٽو نظر اچي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ عوامي ڪردار، عوامي ٻولي ۽ لهجو عوامي موضوع، عشق ۽ محبت جي قصن سان گڏ پنهنجي آس پاس موجود باريڪ کان باريڪ تر شين جي خوبصورت منظرنگاري، فطرت نگاري، حقيقت نگاري، وحدانيت ۽ انسانيت، اخلاقيات ۽ سماجيات سان گڏوگڏ پنهنجي ديس واسين جي ڏکن ۽ سکن جي پرُسوز ۽ پرُڪشش ترجماني سان گڏ حب الوطني ۽ قوميت وغيره جهڙا سيئي رومانوي موضوع ملن ٿا، جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ، هو نہ رڳو سنڌي ادب ۽ شاعريءَ جو هڪ اهم رومانوي شاعر آهي، پر گڏوگڏ سنڌي شاعريءَ ۾ رومانويت جي موضوعن کي متعارف ڪرائيندڙ پهريون شاعر بہ آهي، هتي اهو سمجهڻ ضروري آهي تہ، سندس شاعري ۾ ملندڙ انهن سيني رومانوي خوبين ۽ خصوصيتن جو يورپ ۾ شروع

ٿيندڙ ”ررومانويت جي تحريڪ“ سان ڪوبہ واسطو ڪونهي، بلڪ هن پنهنجي مزاج، طبيعت ۽ هڪ مخصوص لاڙي سبب انهن سيني رومانوي رنگن ۽ روپن کي پنهنجي ذوق، شوق ۽ تخليقي صلاحيتن جي بنياد تي پنهنجايو آهي. جيڪڏهن گهرائيءَ سان ڏسجي تہ، سندس شاعري ”رومانوي تحريڪ“ جي سمورين فني ۽ فڪري گهرجن تي پورو لهندڙ محسوس ٿئي. اسان هيٺ سندس شاعريءَ منجهان رومانويت جي ڪجهہ اهم موضوعن ۽ عنوانن تي الڳ الڳ نموني سان تفصيلي ۽ جامع روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪنداسين.

## رومانوي داستان:

ابتدائي دور ۾ رومانويت جي لاءِ ”رومانس“ لفظ استعمال ٿيندو هو جنهن جي لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو يورپ جي ڪجهہ مخصوص ٻولين، فرانسي ادب جي هڪ صنف ( جنهن ۾ مافوق الفطرت سان لاڳاپيل شين جو بيان ٿيل هجي) ۽ وچئين دور جي رزميہ داستانن ۽ جنگ نامن جي لاءِ وجود ۾ آيو پر اڳتي هلي اهو لفظ عشق ۽ محبت جي قصن جي لاءِ بہ استعمال ٿيڻ لڳو. جنهن جي باري ۾ هڪ مشهور اردو اديب ڊاڪٽر محمد حسن لکي ٿو تہ، ” عشق ۽ محبت سان لاڳاپيل سيني شين کي رومانوي چيو ويو آهي. “(1)

سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي شروعاتي دور ۾ پڻ اهڙي قسم جا رزميہ داستان ملن ٿا، جيڪي خاص طور تي سومرن جي دور (1050_1351ع) سان تعلق رکن ٿا، جن ۾ عام طور تي سومرن ۽ گجرن، سومرن ۽ سلطان علاوء الدين ۽ سومرن جي آخري بادشاهہ همير سان ڄام ِهالي ۽ سندس لشڪر جي لڙائين ۽ معرڪن جا رزميہ داستان مشهور آهن، جن ۾ ان دور جي ڀٽن ڀانن ۽ چارڻن، دودي، ابڙي ۽ سندس پٽ ڏونگر جهڙن سورهين جي سوڀ ۽ سچائيءَ کي ڳايو ويو آهي. هن ئي دور ۾ ڪجهہ رومانوي قصن جهڙوڪ: سسئي پنهون، عمرمارئي، ليلا چنيسر، مومل راڻي ۽ سهڻي ميهار جهڙن لوڪ ڪردارن جي عشق ۽ محبت سان

پڙيل قصن کي بہ ڳايو ويو آھي. انھيءَ ڪري ھن دور کي سنڌي ٻوليءَ جي ماھر ۽ محقق ڊاڪٽر غلام علي الانا رومانويت جو شروعاتي دور ڪوٺيو آھي. ھو ان بابت لکي ٿو تہ: ”ھي دور سنڌي زبان ۽ ادب لاءِ رومانوي دور جي حيثيت ٿو رکي. “(2)

اھڙي طرح اھو رزميہ ۽ عشقيہ قصن جي ڳائڻ جو سلسلو سنڌ جي عوامي شاعريءَ ۾ تہ اڳ ۾ ئي موجود ھو پر ان جو اثر اڳتي ھلي سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعريءَ تي بہ پيو. جنھن جي ڪري قاضي قادن، شاھ ڪريم ۽ لطف الله قادري جھڙن مشھور ڪلاسيڪل شاعرن انھن رومانوي قصن تي شعر چوڻ شروع ڪيا، پر سندن اندازِبيان گھڻي قدر تصوف ۽ اسلامي قدرن جي تناظر ۾ تمثيلي ۽ تلميحي انداز ۾ رھيو تنھنڪري جنھن شاعر انھن قصن کي باقاعدہ ھڪ دائمي ۽ قائمي حيثيت بخشي، حقيقي رنگ ۽ روپ ۾ پيش ڪيو اھو سنڌ جو وينجھر ۽ اساسي شاعر ميون شاھ عنات ئي ھو. ڊاڪٽر اسحاق سميجي موجب: ”ميين عنات جي شاعريءَ سنڌ جي ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ کي نہ رڳو فقط ٻوليءَ ۽ موضوعن ۾ آسودو ڪيو پر لوڪ داستانن ۽ ڪردارن جي حوالي سان بہ ان کي وسعت، ھمہ گيري ۽ نواڻ سان روشناس ڪيو. اھي سمورا ڪردار جيڪي اڳتي ھلي سنڌي شاعريءَ جا سورما ۽ سورميون بڻجي اڀريا، انھن جي اڪثريت پھرئين ميين شاھ عنات جي شاعريءَ ۾ اچي ٽڪ پڳو نئين سفر جي تياري ڪئي ۽ ويس وڳا مٽايا_ اڳتي ھلي انھن ڪردارن کي ڳائڻ جي ھڪ باوقار روايت بڻجي پئي. “(3)

ان ڳالھ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونھي تہ ميين شاھ عنات پنھنجي ديس جي خمير مان ڦُٽي نڪرندڙ انھن لوڪ روايتن ۽ موضوعن جي مٽيءَ کي پيھر نئين سِر ۽ نئين انداز سان ڳوھي سموھي، ھڪ نئين رنگ ۽ ڍنگ سان سنواري، سڌاري ۽ جيئاري، انھن جي مکيہ ڪردارن جي بي روح جسمن ۾ ھڪ نئون روح ڦوڪي ھميشہ جي لاءِ امر ڪري ڇڏيو. انھن لوڪ قصن ۽ موضوعن ۾، ھن پنھنجي شاعريءَ جو مرڪز محور

۽ موضوع عام انسانن جي رهڻي ڪهڻي، ريتن رسمن، جذبن، احساسن، خيالن، خوابن، تصورن، تڪليفن، امنگن، ارمانن، خوشين، خوشحالين، بک ۽ بدحالين کي ٻڌائڻ سان گڏوگڏ سندن فطري سونهن ۽ حسناڪيءَ کي به دلچسپ ۽ دلفريب رومانوي انداز ۾ پيش ڪيو آهي. تنهنڪري ان ڳالهه چوڻ ۾ ڪوبه هرج محسوس نه ڪرڻ گهرجي ته، سندس شاعريءَ جون اهي سڀئي خاصيتون ۽ خوبيون انگريزي ٻوليءَ جي هڪ اهم شاعر ۽ رومانوي تحريڪ جي بانيڪار وليم ورڊس ورٿ جي ان نڪتي جي حمايت ڪن ٿيون ته، ”هن وقت شاعري فقط بادشاهن، نوابن، اميرن ۽ جاگيردارن جي لاءِ نه آهي، هاڻي اهي زمانا ۽ ماحول گذري چڪا آهن، جڏهن ان هُن جي پسند، ان هُن جو مذاحيه ادب، ان هن جا موضوع ۽ زبان جا معيار ڪنهن به شاعر جي لاءِ هڪ رهنما ۽ اصول جو درجو رکندا هئا. هاڻي شاعريءَ جي ٻولي ۽ موضوع قلعن ۽ محلن مان نڪري بازارن، پارڪن ۽ عوامي ماڳن تائين پهچي چڪا آهن ۽ ان جو مقصد عوامي زندگيءَ جي موضوعن کي شاعريءَ جي روپ ۾ پيش ڪرڻ آهي. “(4)

ان ڳالهه ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته، هن پنهنجي شاعريءَ جا سڀئي موضوع ۽ ڪردار پيڙهيل، مظلوم ۽ غريب طبقي منجهان چونڊي، انهن کي نه فقط هميشه جي لاءِ زنده ڪري ڇڏيو پر هن انهن عوامي ۽ آدرشي ڪردارن کي سنڌ جي عوام جي لاءِ هڪ آئيڊيل طور به پيش ڪيو آهي. ڇاڪاڻ ته، هن پنهنجي شاعريءَ ۾ مارئيءَ جي ڪردار کي حب الوطني ۽ قوميت جو استعارو بڻائي، ان وسيلي پنهنجي ديس ۾ رهندڙ مسڪين، مفلس ۽ لاچار ماروئڙن ۽ سانگيئڙن جي سماجي، ثقافتي ۽ معاشي حالتن جو نه رڳو هڪ ڀرپور عڪس پيش ڪيو آهي، پر هن ان وقت جي ڀن جابر ۽ ظالم حڪمرانن همير ۽ عمر سومري جي ظلم ۽ بربريت کي به سرِعام وائکو ڪيو آهي، گڏوگڏ هن پنهنجي حب الوطنيءَ ۽ محبت جو اظهار به ڪيو آهي، جيئن:

وَس چَرَنِ، ويڙه رَهن، ڳنڍن هيٺ قرارُ
سوئِي ساريم سومرا ! جو پائرَ جو پنهوارُ
لٿو ڏِهہ ڏکارُ عمر جو عنات چئي.
( مارئي 2_12)

هَڪلَ مير هميرَ جي، جڏهن ٻڌائون
تنهين ويل ملير مان، ڪرجينون ڪنيائون
ان اوسيئڙي، عنات چئي، لڏ نہ لاٿائون
ڪنبدي ڪٽيائون، جيڪي هُئن حياتيَ ڏينهڙا.
( مارئي 3_12)

مارو مارَ مَ سومرا ! ماريو مال وَٽين
آجائي جو عنات چئي، تون صاحب سڏ سُڻين
هي بند لاه تنين، جي قيد نہ وينيون ڪڏهن.
(مارئي 3_5)

هٿ ڪهاڙيون، ٻانهن ويڙهيون، چاري ڪام ڪٽڪ
( مارئي 1_14)

منان مُور نہ وسرين، ساڻيھ جا سنگهار
چونديس حال پنهوار.
( مارئي، وائي، ص: 139)

سسئي جيڪا ظاهر ۾ هڪ ڪنيءَ جي ڌيءَ هئي، پر مِيين عنات سندس ڪردار کي همت، حوصلي ۽ جدوجهد جي علامت بڻائي، نِبَل ۽ ڪمزور انسانن ۾ پنهنجي منزل ۽ مقصد جي حاصلات جي لاءِ هڪ خاص قسم جو جوش ۽ جذبو اپارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪا پنهنجي مستحڪم ۽ مستقل ارادي سان پنهنجي پنهون کي ڳولڻ خاطر برپٽن ۽ بيابانن ۾ اڪيلي سِر نڪري پوي ٿي، ۽ انهيءَ مسافت کي ئي هوءَ پنهنجي دل جو اصل سڪون ۽ راحت سمجهي ٿي، جيئن:

ڏونگر اُتانهان، تِنهان اُتاهيون لَڪِيُون
اُڪنڊ آريچن جي، سرتيون! آنءَ نہ سهان
واقف نہ وٽڪار جي، رهان ڪِرِ ڪيچ وَهان
پر جي پيرُ لهان، تہ رڙهڻ راحت پائيان.
( ديسي 4_8)

يا وري هي بيت ڏسو:

اَئين جي وچڻ واريون، وچو سپ موتِي
ڪانہ هلندي ڪيچ ڏي، ڪرهو مَ ڪوتِي
پوءِ مَ ويچوتِي، اسان سين عنات چئي.
( ديسي 4_5)

سهڻي هڪ ڪنيار جي ڌيءُ آهي، جيڪا پنهنجي وفاداريءَ ڪي نيائڻ جي لاءِ هن سماج جي ظلم ۽ ڏاڍ کان تنگ ٿي، ان جي فرسوده ريتن، رسمن ۽ رواجن کان منهن موڙي، بغاوت جو نعرو هڻي ٿي. جيڪا پنهنجي محبتي ميهار سان ملڻ جي لاءِ درياهہ جي دهشت، ڪُنن جي ڪڙڪن ۽ لهرن جي لالائيءَ کان بہ نٿي ڊڄي. هينين بيت ۾ ڏسو تہ، ميين شاهہ عنات سندس ثابت قدمي کي ڪهڙي ريت نهايت ئي خوبصورت ۽ دلچسپ رومانوي انداز ۾ پيش ڪري ٿو:

گِهڙي اُنهي گهيڙ تان، جتي لهر لالائي
ڪنبي ڪين ڪُنَن پر، توڙي گهيڙن گهيرائي
هُيَس سِڪ، سيد چئي، جَهن لُڙئون لنگهائي
مولي ملائي، محبتي ميهار کي.
( توڏي 1_5)

يا وري هي بيت ڏسو:

هوءَ جا ٻري باهہ، مَنهِن مِهارَن جي
اکيون اُن اُهاءَ، اچن ڪُنَ ڪَپيندِيون.
( توڏي 2_9)

تنهن ڪانپوءِ هڪ غريب ۽ مسڪين مهاڻي ڇوڪريءَ (نوري) جي سونهن ۽ سندرتا سان ڪينجهر جي ڪا بہ راڻي برميچي نٿي سگهي، تماچي جهڙو بادشاهہ بہ سندس خوبصورتي جو متوالو ۽ مجنون بڻجي، ٻانهين سان گڏجي ڪيس مورڇل (مور جي ڪنين مان ٺهيل ونجڻو) پيو هڻي. رومانس سان ڀريل اهڙي خوبصورت منظر کي ميين شاهہ عنات پنهنجي شاعريءَ ۾ اهڙي تہ خوبصورت انداز سان پيش ڪيو آهي، جو ان جو سمورو محاڪاتي ۽ احساساتي عڪس پڙهندڙ جي ذهن تي تري اچي ٿو ۽ هڪ لطف اندوز رومانوي احساس پيدا ڪري ٿو:

جهڙي سونهن سندياس، تهڙو ڪينجهر ۾ ڪين ٿيو
ڏول تنهين جي سين، راڻيون اچن نہ راس
مورڇل پاڻ مٿاس، اُيو تماچي هڻي.
(ڪاموڏ 1_3)

يا وري هي وائي ڏسو:

ٿئي من موهيو ڇام
جو سونهن سين ۾ وتري گندري
ٿي من موهئو ڇام
(ڪاموڏ، وائي، ص: 298)

ليلا پنهنجي وَرُ چنيسر کي لالچ ۽ لوڀ سبب وڃائي ويهي ٿي، جنهن تي ميون شاهہ عنات ڪيس چنيسر جي آڏو آزيون ۽ نيازيون ڪرڻ جي لاءِ زور ڀريندي چوي ٿو:

ڪارون آڙيون، ڪانڌ کي تہ بہ روئي ريجهائيج
سوڀي! تون سهاڳ سين کي، ڀورِيا! پرم ڏيج
ليلا! ليلائيج، اٿئي ماڳ منٿ جو.
(ليلا 1_6)

يا هي بيت ڏسو:

سوڀي ! سڪينءَ، سيد چئي، سي ليلا چڱ حيلا
پائي پاند ڳچيءَ ۾، چئج وَرَ تون وسيلا
ڪانڌ ڪوڏيو تن جو جن ڪي صبر سبيلا
منهنجا ڪِرت قليلا، تون دوس آهيين داسڙا.
(ليلا 1_7)

مومل جي محبت ۽ مجاز جي خوشبوءِ ڪيترن ئي ديوانن ڪي مدهوش ۽ مست بڻائي ڇڏيو تيل قليل ٽيل سندس واسينگ جهڙا وار، گلن جي نازڪ پتڙين جهڙو سندس بدن، سندس نازڪ، نفيس ۽ خوبصورت پوشاڪ، عطر، عنبير ۽ مُشڪ سان معطر سندس باغيچن ۽ بنگلن جي سرهاڻ، نـ ڄاڻ تـ ڪيترن جي مت ڪسي ڇڏي، ميين شاهه عنات اهو سمورو خوبصورت رومانوي منظر ڪجهه هن ريت "سر مومل راڻي" ۾ پيش ڪيو آهي:

باغ، باغيچا، بنگلا، راڻيون جت رَمنِ
اوئس اُيريو عنبرين، ڪَرَ کھٽيون ٽيون ڪِوَنِ
اُتان ئي عنبير جا، چِٽا تا چُلن
عاقل ڪي اچن، ڪاهي انهيءَ ڪاڪ تي.
(مومل راڻو 1_8)

يا وري هي بيت ڏسو:

راڻو ريجهايو جيڏيين، سڻ پنـن سندا پار
ڪن سينگار سيد چئي، وجهن هزاري هار
وار وسيهر اڳرا، متي ڪيس ڪپار
هٿا سائو سوار پر مومل ماڻي مينڌري.
( مومل راڻو 1_3)

مطلب تـ، ميين شاهه عنات پنهنجي شاعريءَ ۾ انهن سيني رومانوي ڪردارن ڪي هڪ خاص مقصد ۽ ارادي تحت سيني

شاعرن کان الڳ هڪ منفرد ۽ نرالي انداز سان پيش ڪيو آهي، جنهن جو مقابلو دنيا جي ڪنهن به شاعر سان نٿو ڪري سگهجي. ڇاڪاڻ ته هن پنهنجي فنڪارانه صلاحيتن جي بنياد تي انهن سيني رومانوي قصن ۽ داستانن کي هڪ الڳ ۽ جداگانه صورت ۾ پيش ڪيو آهي. جيتوڻيڪ شاهه لطيف به انهن سورمين کي هڪ خوبصورت رومانوي انداز ۾ پيش ڪيو آهي، پر اهو گهڻي قدر تمثيلي ۽ علامتي انداز ۾ آهي، پر ميين شاهه عنات جو اندازِبيان شاهه سائين کان نه رڳو يڪسر مختلف ۽ الڳ آهي، پر اهو حقيقت ۽ اصليت تي به محيط آهي.

## فطرت نگاري:

فطرت پرستي به رومانويت جو هڪ اهم ۽ بنيادي پهلو آهي. ڇاڪاڻ ته، يورپ جي سيني رومانوي شاعرن جو اصل مقصد انسان کي فطرت جي قريب ۽ ويجهو آڻڻ هو. جنهن جي لاءِ فطرت جي پوڄاري وليم ورڊس پنهنجي سريلا گيت جي مهاڳ ۾ لکيو آهي ته: ” انسان ۽ فطرت پاڻ ۾ هڪٻئي سان جڙيل آهن. “(5)

اهوئي سبب آهي جو وليم ورڊس ورٿ پنهنجي سموري حياتي ان جي فطرت جي دلڪش منظرن جا گيت ڳائيندو رهيو ۽ فطرت جي خوبصورت نظارن کي هميشه پنهنجي شاعريءَ جو پسنديده موضوع به سمجهندو رهيو. فطرت جو پوڄاري فقط وليم ورڊس ورٿ ئي نه هو بلڪ ڪالرج، رابرٽ سائوٿي، ڪِيٽس ۽ گولڊ سِمٿ جهڙا شاعر به فطري خوبصورتين ۽ حسناڪين جا سچا پچا عاشق هئا. فطرت نگاريءَ جي حوالي سان سنڌ جي هن حُسناڪ شاعر ميين عنات جي شاعري به پنهنجو مٽ پاڻ آهي، ڇاڪاڻ ته هن پنهنجي آس پاس موجود فطرت جي ڪيترن ئي شاهڪار منظرن کي دلچسپ ۽ دلربا انداز ۾ پيش ڪيو آهي، ائين محسوس ٿئي ٿو ته، ڄڻ هو وليم ورڊس ورٿ وانگر فطرت جو پوڄاري هجي ۽ فطرت سندس واسطي، نه رڳو

اتساهہ ۽ جذبي جو ذريعو آهي، پر اها هن جي نظر ۾ ڪيترن ئي مايوس ۽ مرده دل انسانن جي لاءِ سندن زخمن کي پرينڊڙ ۽ دلين کي زنده ڪندڙ بہ آهي. شاهہ عنات جي شاعريءَ ۾ ملندڙ فطرت جو هر هڪ منظر ۽ نظارو نهايت سهڻو ۽ سُندر آهي، هن جي شاعريءَ ۾ موجود سج، چنڊ ۽ تارا، قطب، ڪتيون ۽ ڪوهي نارا، پنهنجي ديس جا ڍڳ ۽ چارا، واهڻ وستيون، موج ۽ مستيون، وَڻ ٽِڻ، ٻوٽا، گل ڦل ميوا، ٿر، ٻر، رائو جهر جهنگ، جهوپا، ڦرڦل، ڦوٽا، عطر عنبير، ٽڙ ترايون، جبل جون لاهيون چاڙهيون، درياهہ جي دهشت، سمنڊ جون لهرون، ڪڪرن جي ڪارونيار، ڪِنوٽين جي چمڪار، گوڙن جي ڏڪار، تارن جي تنوار، مورن جي ڪيڪار ڇيچ، چوڙ ۽ چاچري جي چمڪار هر پاسي ٽڙندڙ ڪڙندڙ قسمين قسمين، رنگ برنگي، گاهہ و گلزار، عجيب و غريب خوشبو ۽ هٻڪار اڏامندڙ پکين جا ولر، چرندڙ ڦِرندڙ مينهن جا وڳ، اٺن جون قطارون ۽ ٻڪرين جي ڌڻن وغيره جهڙا خوبصورت فطري نظارا ڄڻ تہ سندس شاعريءَ جي سونهن، سُندرتا ۽ سينگار ٻٽيو بيٺا آهن. انهن سيني فطري نظارن جو احساساتي ۽ عڪسي ڇهاءُ قاريءَ جي ذهن تي هڪ خوبصورت جمالياتي ۽ رومانوي عڪس پيدا ڪري ٿو جنهن کي ڇهڻ سان نہ رڳو خيالن ۾ هڪ نئون بدلاءُ اچي ٿو پر سندس جذبن ۽ احساسن ۾ بہ هڪ نئين هلچل ۽ تحرڪ مچي پوي ٿو. جيڪڏهن ڏسجي تہ فطرت جي حوالي سان ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ ۾ سُر ڪنيات، مارئي ۽ سارنگ وغيره جهڙا سُر فطري لذت، نزاڪت ۽ نفاست سان ڀرپور آهن. سُر ڪنيات ۾ ميين شاهہ عنات کي "فطرت جي هر منظر ۾ پنهنجي محبوب جي سونهن جهاتيون پائيندي نظر اچي ٿي." (6)

سندس محبوب جي اها فطري سونهن ۽ سوڀيا، فطرت جي خوبصورت ترين شين کان بہ مٿانهين آهي:

چوڏهين ڏائي چوڏهيون، توڻي چنڊهي سين تارن
پونہ پاڻ نہ سي پسان، جي سندا سپيرين

اوئس اَنتُ، عنات چئي، منهن ۾ محبوبن
جهڙا ڏينهن ڏسن، راتيون تيهي رنگ ۾.
(كنيات 1_2)

مٿين بيت ۾ ميون عنات فطرت جي آفاقي علامتن جهڙوڪ: چنڊ ۽ تارن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته، اي چنڊ ! جيڪڏهن تون پنهنجي سيني تارن سان ملي ڪري، چوڏهن چانڊوڪيون به ٿاهين، پر پوءِ به منهنجي پرين جي صورت جا خد و خال، ان جي خوبصورتي ۽ حسن جي ڳالهه اجا ئي پي آهي. هو جهڙو ڏينهن جو آهي، تهڙو ئي سندس رنگ ۽ روپ رات جو به آهي.

يا وري هي بيت ڏسو:

چنڊ قُطب ۽ ڪتيون، سانجهي ساتيرا
ڏِيا ڏيهه ڏٽين جا، مٿان موچارا
سُونهَنِ ٿا، سيد چئي، نُورَ تَجَلي تارا
سَجَڻَ سويارا، پيچَ پِنيَ گهر آيا.
(كنيات 1_4)

چنڊ، قطب ۽ ڪتين سان سانجهي ويلي اپرندڙ سٽن تارن جي فطري سونهن جو عڪس ته هڪ پاسي، پر پرهه ڦٽيءَ جو ٽڏڙي هير ۾ سجڻ جو اچڻ ڦريءَ جي ذهن کي نه رڳو تخيل جي خوبصورت دنيا ۾ وٺي وڃي ٿو بلڪ سندس سامهون هڪ شاهڪار ۽ شاندار احساساتي ۽ رومانوي منظر به پيش ڪري ٿو. ان کان علاوه ميين عنات پنهنجي شاعريءَ ۾ سموري انسانذات کي پيار، پريت ۽ ڀاپوهه سان گڏجي رهڻ جو سبق به ڪمال آفاقي علامتن ذريعي هن ريت ڏنو آهي:

ڪتيون رتيون پاڙ ۾، منجهن ناهه ڪَپَتِ
سِڪو سپ، سيد چئي، تِني ڪنان مَتِ
ڳُوڙهيون ڳُوڙهي پَتِ، هميشه هيڪانديون.
(كنيات، 1_14)

اهڙي طرح سُر مارئي ۾ ڏسجي ٿو، مِيين شاھ عنات ڳوٺاڻي زندگيءَ جي فطري ماحول سان ڀرپور مينهوڳي جي موسم ۾ ٿرندڙ مختلف قسم جي گاھن، چراگاھن ۾ چرندڙ ٻڪرين، رڍن ۽ ڏڳن، ڌُڻ ميڙيندڙ عورتن، ڀونگين ۽ جهوپڙين ۾ رهندڙ پورهيت پنهوارن جي فطري رنگن ۽ سُرنگن جي رومانوي عڪاسي ڪرڻ سان گڏ مسڪيني ۽ مفلسي جي حالت ۾ رهندڙ بيوس ۽ لاچار سانگيئڙن ۽ جهانگيئڙن جو دل ڏکوئيندڙ منظر بہ پيش ڪيو آهي. هيٺين بيت ۾ ڏسو تہ، هن ڪيئن نہ ماروئڙن جي عام زندگيءَ جو هڪ خوبصورت نقش چٽيو آهي:

ڪين آٽين، ڪين چاڙهين، ڪين واٽين ڪتن
قوت ڪڪائون سومرا، پاتائون پٽن
عمرا! آهراريءَ جا، سنيوٽا سٽن
تن جا ڏڌن ڏيل نپايا، پلاء تان نہ پڇن
دور دو پيازا اڳهين، اگر ڏونهہ نہ اچن
عادت ناهن آس جي، اُست آڪوري پين
ڪانا قيد ڪوٺيون، ڏک م ڏيکار تن
شال سدا سک وسن، الاهي عنات چئي.
(مارئي 1_10)

ٿر جهڙي رائي، رڃ ۽ صحرا ۾، جڏهن مينهن وسڻ ڪان پوءِ هر پاسي مختلف قسم جا گاھہ ڦٽندا آهن تڏهن سڄو ٿر ڄڻ تہ هڪ بڙُ جو ڏيک نہ، پر خوشبوءِ ۽ هڳاءَ سان معطر زرخيز ۽ سرسبز جنت الفردوس جو منظر پيش ڪندو آهي. ميون شاھ عنات اهڙي ئي قسم جو هڪ رنگين ۽ سهڻو تصويري عڪس هيٺين بيتن ۾ ڪجھ هن ريت پيش ڪري ٿو:

ڪِهہ، ڪُوڙي، ڊِہ مکڻي، جت ڳاگهيون ڳم ڳنڊير
پيريو پُرتَ، پچڻي، ميڙين منجھ ملير

هُلرو لُلرو لنب، لاٽي، هنجن واڇوٽو وِيرَ
ڏيٻي، ڏامڻ، ڏِڪٽي، ڪانُو ڪِرٽ، ڪَرِيرَ
سِڻ، سيارچ، ساڏوهيون، ساريان منجهہ سريرَ
تـن ڪي واحد مينهن وسائيا، ٿاهرئا تر ڏِيرَ
سيد چئي، ساٽيهہ جي گهر ڪٽيرين ڪيرَ
ثـابت رکي سيرَ، پرچي اوءَ پنهوار سين.
( مارئي 1_9)

گاهن گلزاريون ڪيون، جهنگين مورئا جُنَ
(مارئي 2_18)

جهڙي گُس گسن جي، تهڙو تان عنبير.
سارِيان موڪ ملير
(مارئي، وائي ص: 149)

وليون چڙهيون وڻن سِر، مُوئن سُگنڌي چٽ
( مارئي 2_2)

سونهن سبز سيد چئي، پونگر مٿي پوهہ
( مارئي 2_19)

مٿين بيتن ۽ وائين ۾ ڏسجي ٿـ، مِيين شاهہ عنات مينهوڳيءَ جي موسم ۾ ڦٽندڙ مختلف قسم جي گاهن بابت پنهنجي پڙهندڙ کي نہ رڳو ڄاڻ فراهم ڪري ٿو پر گڏوگڏ هو فطرت جي شاهڪار منظرن ۽ مظهرن جي من موهيندڙ ۽ متاثر ڪندڙ منظرڪشي نهايت ئي نازڪ، نفيس ۽ سهڻي اندازِبيان سان جمالياتي ۽ رومانوي انداز ۾ پيش ڪري ٿو. جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿـ " شاهہ عنات جي شاعريءَ جي اک فقط سٺي ڪئميرا نہ، پر رنگين پڻ آهي. " (7)

اهڙي طرح سُر مارئي وانگر، سُر سارنگ ۾ بہ مِيين شاهہ عنات سانوڻ جي مند ۾ وسڪاري ڪانپوءِ، پنهنجي ديس ۾ آيل خوشين ۽

خوشحالين کي بيحد خوبصورت ۽ وڻندڙ انداز ۾ پيش ڪيو آهي. جيئن سڄي آسمان تي ڪڪرن جي ڇانئجڻ، گوڙن جي گجڻ، کنوڻين جي چمڪڻ، تاڙي جي تنوارڻ، هارين جي هر سنيارڻ، سنگھارن جي سرهي ٿيڻ، ترائين جي تار ٿيڻ، نئين جي اٿلڻ ۽ وٽن ٽٽن جي ڏوپجڻ سان خوشبوءِ پريو ماحول پيدا ٿيڻ ۽ اهڙي خوشگوار موسم ۾ وري پرين جي ملڻ سان سچ پچ تہ فطرت جي منظرنگاريءَ جو هڪ اهڙو حسين ۽ حسناڪ رومانوي تصور جنم وٺي ٿو جيڪو نہ فقط قاريءَ جي جذبن، احساسن ۽ ڪيفيتن ۾ ڪيترائي ئي نوان رنگ ۽ روپ پري ٿو پر سندس روح کي هڪ نئين تازگي ۽ توانائي بہ بخشي ٿو. اهڙي قسم جو خوبصورت ماحول سُر سارنگ جي بيتن ۾ ڪجھ هن ريت ملي ٿو:

تاڙي ڪِي توار، پپيهل پتيو هِيونُ
هارين هر سنيائيا، سرها ٿيا سنگھار
لاهيين ڏک ڏاتار! الاهي عنات چئي.
(سارنگ 1_1)

يا هي بيت ڏسو جنهن ۾ آسمان تي ڇانئجي ويل اڇن ڪڪرن جي ڪڻ ڪڻ شروع ٿيڻ، مٿان وري ٿوري دير ۾ ڪارن ڪڪرن جو اوڙڪون ڪري وسڻ ۽ وري اهڙي خوشگوار ۽ خوبصورت فطري ماحول ۾ مِيين شاهہ عنات جو پنهنجي محبوب کي ڏسڻ ۽ ساڻس ملڻ جهڙو تخيل ۽ رومانس سان پريل ميٺ ۽ محبت وارو منظر، قاريءَ جي ذهن تي هڪ دلڪش ۽ دلفريب رومانوي ڪيفيت طاري ڪري ڇڏي ٿو:

اڇا انبر انبرين، بُوندون بس نہ ڪن
ڪارا ڪڪر گوڙ پِيي، وسڪاري وسن
سانوڻ مند، سيد چئي، اکيون پِيي پسن
جي محب منهنجي من، سي مينهن مونکي ميڙئا.
(سارنگ 2_7)

مجموعي طور جيڪڏهن ڏسجي ته، ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ ۾، اهي فطرت نگاريءَ جون جهلڪون فقط انهن ٽن سُرن تائين محدود ناهن، بلڪ سندس شاعريءَ جي هرهڪ سُر ۾ ڪنهن نہ ڪنهن بيت يا وائي ۾ ڪونہ ڪو فطري منظر ضرور ملي ٿو. جيئن سُر ڏهر ۾ هي بيت ڏسو تہ، نون ڦٽندڙ گلڙن جي نازڪ پتڙين ۽ مُڪڙين مٿان پونرن جي واس وٺڻ واري فطري منظر کي کهڙي ريت هو باريڪ بينيءَ سان پنهنجي مشاهدي هيٺ آڻي، تخيل سان ڀرپور هڪ بيحد خوبصورت جمالياتي ۽ رومانوي منظر ۾ پيش ڪري ٿو:

يلي ڪي پؤنرن، جي واس وٺڻ آئيا
تني ڪي ڪؤنرن، ڏنا هنڌ هنيين ۾.
( ڏهر 3_1)

يا سُر ڪلياڻ ۾ سندس هي بيت ڏسو جنهن ۾ هو فطرت جي منظرنگاري ڪندي، ڏسو تہ ڪهڙي نہ فنڪاراڻي انداز سان پنهنجي مالڪ حقيقي جي بيشمار فطري نعمتن جو شڪريو ادا ڪري ٿو:

سائر لهريون، ريج وڻ، جيئن سي پکين پک
وڏا وڻ ويڙين ۾، ڪير ڳڻيندو ڪک
اونهون ڏيهہ عظيم جو ڀيم تان نہ پرک
تهان مٿي لک، آن ڀال ڀلي جا ڀانئيان.
( ڪلياڻ 1_2)

ميين عنات پنهنجي شاعريءَ ۾ فطرت جي لطف اندوز ڪندڙ ۽ وڻندڙ نظارن سان گڏ فطرت جي انهن منظرن کي پڻ پيش ڪيو آهي. جن ۾ فقط ڀوائتو ۽ ڀيانڪ فطري ماحول ملي ٿو:

اُونهان، گُونهان، گهاٽِيون، جت آڏا جاڏا لڪ
زهري، بحري، باز برن ۾ چلئو پائين چڪ
نَيون، نِڪون، نونڌڙا، جِت اڙلُون آما آڪ

منجهان اُڪندِ، عنات چئي، هلي ڪارڻ حق
جت جهولا لڳن جهڪ، اُت ڦيرج واڳ فقير تي.
(ديسي 2_7)

برپٽ بيابان، چوڏاري جبل جا لڪ ۽ لڪيون، گهاٽا وڻ، گُرڙ زهريليون بلائون ۽ بحري باز ۽ مٿان وري انساني جسم کي ساڙيندڙ گرم جهولن وارو فطري منظر، جنهن ۾ ڪابہ نزاڪت ۽ نفاست ڪونهي، پر ميين شاهہ عنات فطرت جي اهڙن منظرن کي بہ دلچسپ نموني پنهنجي شاعريءَ جي اظهار هيٺ آندو آهي. اهڙي طرح سندس شاعريءَ ۾ فطرت نگاريءَ جا ٻيا بہ ڪوڙ سارا فطري منظر ۽ مظهر موجود ملن ٿا.

## رومانس ۽ تخيل:

رومانس بہ رومانوي فڪر جو هڪ اهم ۽ خاص موضوع آهي. چاڪاڻ تہ، پيار ۽ محبت هر انسان جو هڪ فطري جذبو ۽ احساس آهي، جنهن کانسواءِ سندس زندگي بي معنيٰ ۽ بي مقصد آهي. رومانوي شاعرن جي نظر ۾ اهوِ رومانس ئي آهي، جيڪو انسان جي زندگيءَ کي هڪ نئون رنگ ۽ روپ بخشي ٿو اها حقيقت آهي تہ، انساني زندگيءَ جي ان رومانس ۾ گهڻي قدر هڪ خوبصورت تخيل ۽ تصور جو عنصر شامل هوندو آهي، ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ ۾ رومانس ۽ تخيل جو هڪ بهترين امتزاج ملي ٿو. جنهن ۾ هڪ پاسي سندس عشق ۽ محبت جي جذبن، احساسن ۽ ڪيفيتن جي شدت آهي تہ، ٻئي پاسي سندس خيالي پرواز ۽ بلندي بہ ڏسڻ وٽان آهي. سندس نظر ۾ پنهنجي محبوب جو مقام ۽ مرتبو فطرت جي سيني آفاقي شين جي خوبصورتيءَ کان اعليٰ ۽ افضل آهي:

سج سياڻي جا ڪري، تهڙي لالائي لِڳن
پَلڪ پِريان جي نہ پاڙيان، چندِ اِيُ سين تارن
شمسُ سهائي اڳرو مُنهن ۾ محبوبن

ڪئين قنديلن اڳري، پيشاني پرين
هِيُ جو جلوو جوت سندين، تنهن تان ڪوڙين قربانيون ڪريان
( ڪنيات، 1_13 )

يا وري هي بيت ڏسو:

چيو تاري جو ڪري، آيو چنڊ چڙهي
بيٺو اُت اَڙي، پسي پيشاني پرين جي.
( ڪنيات، 1_11)

جيڪڏهن ڏسجي تہ، دنيا جي ڪيترن ئي شاعرن پنهنجي محبوب جي حسن کي فطرت جي آفاقي اهڃاڻن جهڙوڪ: سج، چنڊ ۽ تارن جي خوبصورتيءَ سان ڀيٽيو آهي، پر ميين شاه عنات جي نظر ۾، سندس محبوب جي سونهن ۽ سندرتا هر صورت ۾ انهن آفاقي علامتن ۽ تشبيهن کان مٿانهين ۽ مٿيري آهي. ۽ اهڙي قسم جو تخيل ۽ رومانس سان ڀرپور جمالياتي ۽ رومانوي تصور، سنڌي شاعريءَ ۾ سڀ کان پهرئين ميين شاه عنات جي ئي ميراث آهي.

ڏٺو وڃي تہ، دنيا جي اڪثر شاعرن ۽ شاعرائن پنهنجي محبوب تائين ڪوئي پيغام پهچائڻ جي لاءِ ڪانگ، ڪبوتر يا ڪنهن ماڻهو کي قاصد بڻايو آهي ۽ اهڙي قسم جي روايت کي برقرار رکندي، ميون شاه عنات بہ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪانگ کي ئي قاصد بڻائي ٿو پر سندس اهو اندازِ بيان ڪيترن ئي شاعرن کان منفرد ۽ مختلف آهي:

مَدن سِر ميان! ڪچاڙو ڪانگ لئين
مکڻ ماکي مصري، ڏيهاڙئون ڏيين
جي هُرن منجهہ هنيين، سي تو ڏنا ڏيکار مون.
( پورب 2_8)

مٿين بيت ۾ ڏسو تہ، ميون شاه عنات ڪيڏو نہ نازڪ خياليءَ وارو تصور پيش ڪري ٿو جنهن ۾ محبوب جي ديدار خاطر ڪانگ کي

مکڻ، ماکي ۽ مصري ڪارائڻ وارو رومانوي تصور، بي مثال ۽ شاهڪار حيثيت جو حامل آهي. جڏهن اهو ڪانگ محبوب جي پار تان موٽي واپس اچي ٿو تڏهن ميين شاهہ عنات جي ڪيفيت ڪجهہ هن ريت ملي ٿي:

اُتانئين تي آئيو ڳالهيين ڳاٽ ڀري
مون سين مانَ نہ ڪري، سڄيون سپيرين جون.
( جيتسري 1_4)

ميين عنات پنهنجي شاعريءَ ۾ فقط ڪانگ کي ئي قاصد ناهي بڻايو بلڪ چنڊ کي بہ هو پنهنجو قاصد بڻائي ٿو. هيٺين بيتن ۾ ڏسو تہ، هو ڪهڙي ريت چنڊ سان مخاطب ٿي، پنهنجي دل جو حال احوال اوري ٿو ۽ ڪيس پنهنجي محبوب جو عڪس ڏيکارڻ جي لاءِ ڪيتريون نہ منٿون ۽ ايلاز ڪري ٿو:

چنڊ ! تنهنجي اِيَ، مونکي آهي من ۾
اوڏو اُتر سُپرين، ڪين مَرِبو سِيُ
جي جڙيا منجهہ جِيُ، سي ڏسي تون ڏيکار مون.
( سُر ڪنيات، 1_6)

يا هي بيت ڏسو:

چنڊ ! تنهنجي بات، مونکي آهي من ۾
الله لڳ، عنات چئي، تون اچو منجهہ رات
تن جنهين جي تاتِ، سي ڏسي تون ڏيکار مون.
(سُر ڪنيات، 1_7)

جڏهن تہ، سڀ کان وڌي حيرت انگيز ڳالهہ تہ اها آهي، جو هن سج کي بہ پنهنجي پرين جو قاصد بڻايو آهي:

راتيون باتيون چنڊ سين، مجيائون سُڪائون
پِرهہ جو پانڌي پچان، اُڪنڊي آئون

سِڄَ سونهارا، سيد چئي، خبر ڏجاهون
هِت آهين اُتاهون، هُتِ ٿو پسين پرينَ کي.
(کنيات 1_3)

ان ڳالهہ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي تہ، فطرت جي ہن شاهڪار آفاقي علامتن جهڙوڪ: سج ۽ چنڊ کي قاصد بڻائڻ وارو تخيل سان ڀرپور هڪ خوبصورت رومانوي تصور بہ هڪ انوکي ۽ غير روايتي انداز ۾، سڀ کان پهرئين ميين شاهہ عنات جهڙي عظيم شاعر ئي پيش ڪيو آهي.

ميون شاهہ عنات پنهنجي شاعريءَ ۾ فقط سج، چنڊ ۽ ڪانگ سان ئي رومانوي انداز ۾ مخاطب ناهي ٿيو بلڪ هن جو ڪرهي، ڪنڌي ۽ ڪڪر سان مخاطب ٿيڻ بہ ڪمال آهي! جنهن ۾ هو چانگي کي نهايت ئي رومانوي انداز ۾ مخاطب ٿي چوي ٿو تہ:

ڪامون سه مَر ڪرها! ٻاننا ڪيم هٽاءِ
الله لڳ، عنات چئي، وِک وڏندي پاءِ
پرين سي پرچاءِ، جِن وڏوٽي وره ٿئا.
(کنيات 3_2)

جڏهن چانگي جي نظر سندس محبوب جي جلوي ۽ جمال تي پوي ٿي تڏهن سندس تڙپ ۽ تانگهہ بہ ڏسڻ وٽان آهي! هينين بيت ۾ ڏسو تہ، هن ڪهڙي نہ رومانوي ۽ احساساتي انداز ۾ سندس عشقيہ حالت کي بيان ڪيو آهي:

پيشانيءَ ۾ پرين جي، چانگي رکيو چِت
نيٺَ چِنايو نِتُ، اُيو اوڏاهين اُسري.
(کنيات 3_5)

اهڙي طرح "سُر ڏهر" ۾ هو ڪنڌي سان بہ نهايت ئي نرم، نفيس ۽ ناصحاڻ انداز ۾ ڳالهائيندي چوي ٿو تہ:

کنڊا تو ڪيهي ڪئي، پَر پوڻ منجه پِرتِ
ريءَ ساٿِهِ، سيد چئي، ڪينءَ گهارين هِت
نگاه ڪِجِ نِرتِ، متان وِڃي ڏينئي واڙ ۾.
(ڏهر 1_1)

هيٺين بيت ۾، ڏسو تہ، هو ڪهڙي نہ رومانوي انداز ۾ بادل سان پنهنجي اندر جو حال احوال اوري ٿو:

بادل وسئو وسُ، تو وُٺي وَسَ ٿئي
اُڃئا جي، عنات چئي، رات تنين کي رسُ
وڃ نہ سِڪي گاهہ کي، رَڃَ نہ لڳي ڪَسُ
نيڻ پسندا پَسُ، وَسُ تہ ورن سپرين.
(سارنگ 2_3)

مٿين بيتن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ: هو پنهنجي شاعريءَ ۾ مخصوص شين بجاءِ عام شين کي وڏيڪ اهميت ڏئي ٿو جيڪا ڳالهہ ڪيس هڪ رومانوي شاعر هجڻ طور وڏيڪ نمايان ڪري ٿي.

جيڪڏهن ڏسجي تہ: ڪڏهن ڪڏهن هن کي خوابن جهڙي خوبصورت ۽ تصوراتي دنيا ۾ بہ سندس پرين جو ديدار ٿيو وڃي، ڏسو تہ هُن ڪهڙي نہ موهيندڙ انداز ۾، پنهنجي تخيل ۽ رومانس سان ڀرپور ان رومانوي ڪيفيت جو اظهار ڪيو آهي:

لتاڙيو لوڪ کي، وڃيو پرين پَسَن
مون تي اکڙيَنِ، وڏا ٿورا لاٿيا.
( آسا 1_11)

۽ جڏهن اهو پرين سندس اڱڻ تي هلي اچي ٿو تہ، پوءِ مِيين شاهہ عنات جي خوشيءَ واري ڪيفيت بہ ڏسڻ وٽان آهي، هو پنهنجي ٻنهي اکڙين کي پنهنجي پرين جي نازڪ ۽ نفيس پيرڙن جو وڇاڻو بڻائي، ڪيس پنهنجي ٻنهي اکڙين جي تارن ۾ ويهاري ٿو:

تارا اوتارا، وَنيون وچاڻو پرينِ جو
سيئي اگهڻ آئيا، جي جِيَ جا جيارا
پسي پيارا، اکين آسون پنيون.
(کنيات 1_1)

مٿي ڏنل بيت مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته، پنهنجي محبوب جي لاءِ اهڙي قسم جو شاهڪار ۽ شاندار رومانس ۽ تخيل سان پرپور رومانوي تصور فقط ميين شاهه عنات جهڙو شاعر ئي تخليق ڪري سگهي ٿو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ رومانس جي حوالي سان عورت جي سونهن ۽ سينگار، سندس دلفريب ۽ دلڪش نگاهن ۽ ادائن کي بہ ڏاڍي اثرائتي ۽ مانائتي انداز ۾ پيش ڪيو آهي، جنهن ۾ خاص طور تي سُر مومل راڻو اهم آهي. ڊاڪٽر بلوچ مطابق: " هن سُر جي ڪافي بيتن مان ثابت ٿئي ٿو ته، غالباً شاهه عنات پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن عورت جي سونهن ۽ سينگار کي دل کولي ڳايو آهي ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ مجازي شاعريءَ جو بنياد وڌو آهي. " (8)

هيٺين بيتن ۾ ڏسو ته، هن ڪيئن نہ مومل جي پينرن ۽ سهيلن جي هارن سينگارن جي مختلف رومانوي رنگن جي امتزاج سان، سندن جوڀن جوانيءَ کي هڪ اثرائتي ۽ مُلهائتي رومانوي انداز ۾ پيش ڪيو آهي:

گُلبدن جون گُجريون، اَرم اوڊيائون
چوٽا تيل قُليلَ سين، واسنگ ويڙهيائون
مشڪ محبت پاڻ ۾، لڱين لايائُون
ڪوڏان پُوتائون ڪچُئان، سيلا سَنڌيائُون
اهڙيَ پر عِناتُ چئي، راڻو رانيائُون
سو موتي ڪينءَ پاهُون، جو وَڃي ڪاڪِ قرارئو.
(مومل راڻو 1_1)

يا وري هي بيت ڏسو:

لـڏن ليمي لام، وٺئو پينگھون پَٽَ جون
اُتان ئي عنبير جا، اُڏمِئا عـذُبان
ڍنگر ڍَٽَ ڪنڌين تان، اُتا ڀاڻو آڻ
ڇَٽَ ڇُڳِيرن آئئي، ڪاهيائون ڪيڪان
اچئو اجهورن ۾، تا ڀڪن ڀُور ڀِهاڻ
ڪوٺن تان ڪر ڪنيائون، تہ ڪر نانگن جا نڏان
آئي گام گمان، لتا لوڏيڙن ڪي.

( مومل راڻو 1_7)

مٿين بيت ۾ ڏسو تہ، ڪاڪ تڙ جي پدمڻين جو ليمي جي لامن تي، ريشم جون لوڏن ڀڏي جهوتا ڪائڻ، ڪاڪ محل جي چئني پاسي انهن جي عطر ۽ عنبير جي مٺي خوشبو جوڦهلجڻ، پاڻمرادو مينهن جي ڦڙ ڦڙ شروع ٿيڻ، ڪيترن ئي جوڌن جوانن کي انهن نارين جي هيڪار اچڻ ۽ هڪدم اچي ڪاڪ تي مڙڻ، آخر ۾ نارين جو ڪين ڪوٺن کان بيهي ڪنڌ مٿي ڪڍي ڏسڻ وارو نهايت ئي پُرڪشش ۽ پُرلطف رومانوي منظر ۽ تخيل فقط ميون شاهه عنات جهڙو شاعر ئي پيش ڪري سگهي ٿو. پر هن پنهنجي شاعريءَ ۾ فقط مومل جي مجاز کي پيش ناهي ڪيو، بلڪ هن تہ مارئي ۽ نوريءَ جي حسن کي بہ ڳايو آهي! سُر مارئي ۾ جيڪڏهن ڏسجي تہ، ميين شاهه عنات مارئي جي حقيقي سونهن کي ڳايو آهي، هن پنهنجي شاعريءَ ۾ مارئي جي ڪردار کي تمثيلي ۽ علامتي انداز ۾ ناهي پيش ڪيو بلڪ جيڪا شيءِ هُن جي مشاهدي مان گذري آهي، هن ان کي نهايت ئي سهڻي ۽ منفرد انداز ۾ پيش ڪيو آهي، هن مارئي جي ٻانهن جي خوبصورتيءَ کي ڪنوڻ جي تجليءَ سان ڀيٽ ڏني آهي:

ڪِوِڻي ٻانهون ڏي، لوڪان ليکي وِڄُڙي.

( مارئي 3_17)

يا جڏهن هوءَ پنهنجا واسينگ جهڙا وار کولي لِڱ پسائي ٿي، تڏهن سندس حسن آڏو سج جي تپش بہ جهڪي ٿيو پوي ۽ کنوڻيون بہ حيرت ۾ پئجو وڃن، جيڪو بہ کيس ڏسي ٿو تہ اهو سندس مٿان پتنگ وانگر پلهار ٿي پوي ٿو:

سِڻ ڏيو سِرِ جهوپڙين، اُيي جوهي جوءِ
سا وِڃون پسي وماسيون، جا سونهن سنديامي هوءِ
اوهس پسئو اُتهين، پتنگ سيڪو پوءِ
جڏهن مارئُي مٿو ڌوءِ، تڏهن سورجُ سُونهن جَهڪو ٿئي.
(مارئي 3_18)

يا وري هي بيت ڏسو:

سِڻ ڏيو سِر جهوپڙين، اُيي جوهي زال
تِهن جي لڳن تان لهي پيو ڪر لوئي پلوءِ لال
وِڃون وسڻ آئيون، اِن آباٽي آهال
ڪامڻ ٿئي ڪهال، سورج جي شرماڻ جي.
(مارئي 3_19)

اهڙي طرح نوري جهڙي مهاڻيءَ جي سونهن ۽ سادگي، وقت جي بادشاهہ ڄام تماچي کي بہ محو ۽ مستغرق ڪري ٿي ڇڏي، سندس ٻانهيون هر هر هن جي ڇهري کي ڏسڻ اچن ٿيون، سندس ٻنهي اکين ۾ اهڙي تہ ڪا محبت جي مڻ آهي، جو انهيءَ سيني کي مست ۽ مدهوش ڪري ڇڏيو آهي ۽ ان تي تماچيءَ جهڙي بادشاهہ پنهنجا سيئي تخت ۽ بخت گهوري ڇڏيا آهن.

تخت، بخت، تَڙُ، تماچي، نوريَ سڀ نَون
نانءُ نيابت گندري، سيني سُونهن سمن
لکين لِياڪا ڪئا، ساري رات سين
ٻايون دايون تِهن کي، اچئو پيرِ پُڇن
ڪامڻ ڪام عِنات چئي، تهن کي آهي منجهہ اکين.
(ڪاموڏ 1_1)

يا وري هي بيت ڏسو:

تهڙو ڪِنجهر ۾ ڪين ٿئو جهڙي سونهن سنڌياس
مَڏَ، مِياڻيون، مَڪرا، مڙيئي معاف ٿياس
ريس راڻين ڇڏئي، وِهي ڪانہ وٺاس
مورچَل مَٿاسِ، اُيو تماچي هٽي.
(ڪاموڏ 1_4)

ميين شاهہ عنات جي شاعري رومانس ۽ تخيل جي حوالي سان بہ سرشار آهي هُن جي شاعريءَ جو هر پاسو ۽ پهلو رومانس ۽ تخيل جهڙين شاهڪار خوبين ۽ خصوصيتن سان مالامال آهي. جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو تہ، هو حسن جو هڪ اهڙو مشتاق آهي، جنهن جي لاءِ حسن ئي سڀ ڪجهہ آهي.

## مقامي ٻوليءَ جو استعمال:

ارڙهين صديءَ ڌاري انگريزي ٻوليءَ ۾ رومانوي تحريڪ جي بانيڪار وليم ورڊس ورٿ پنهنجي لکيل هڪ اهم ڪتاب "سُريلا گيت (Lyrical Ballads)" جي مهاڳ ۾ اهو واضح ڪيو هو تہ، " شاعريءَ جي زبان ماڻهن جي حقيقي ٻولي هجڻ گهرجي ۽ شاعر کي عام ماڻهن جي ٻولي استعمال ڪرڻ گهرجي"(9)

ان ٻوليءَ بابت وضاحت ڪندي هن اڳتي لکيو آهي تہ، شاعر کي هميشہ اها ٻوليءَ استعمال ڪرڻ گهرجي، جيڪا سليس، سادي ۽ عام فهم هجي ۽ اها روزمره جي زندگيءَ ۾ ڳالهائي وڃي. پر شايد وليم ورڊس ورٿ کي اها خبر نہ هئي تہ، جن ڳالهين ۽ نڪتن کي هو بار بار ورجائي رهيو آهي، اهي سموريون فني ۽ فڪري خوبيون تہ، لڳ ڀڳ ٽي سئو ورهيہ پهرئين، سنڌي ٻوليءَ جي هن ڀڳٽي شاعر ميين عنات جي شاعريءَ ۾ تہ اڳ ۾ ئي موجود آهن. ڇاڪاڻ تہ، جنهن وقت سنڌ جي شاعرن تي فارسي ۽ اردو ٻوليءَ جي خوش فهمي ۽ شهرت وارو ڀوت

سوار هو ۽ اهي مڪمل طور تي تخليقي حوالي سان فارسي ٻوليءَ جي فرسوده روايتن ۽ موضوعن جي قيد ۾ ذهني مفلوجيت ۽ احساس ڪمتري جو شڪار ٿي چڪا هئا. اهڙي وقتائتي ماحول ۾ ميين شاهہ عنات پنهنجي شاعريءَ کي سنڌي ٻوليءَ جي بچاءَ ۽ بقاءَ جي خاطر هڪ مضبوط ۽ سگهاري ڍال بڻائي، اهو ثابت ڪري ڏيکاريو تہ اها ڪيتري اهميت، افاديت ۽ حيثيت جي حامل آهي. هن پنهنجي شاعريءَ جي لاءِ اميرن، نوابن ۽ جاگيردارن جي درٻاريت کي ڇڏي، پنهنجي ديس جي عوامي ڪردارن، قصن ۽ موضوعن جي چونڊ ڪئي. هن پنهنجي ديس جي نج سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي ديس جي پيڙهيل ۽ مظلوم طبقي سان لاڳاپيل غريب ۽ مسڪين ماروئڙن جي جذبن، احساسن ۽ امنگن کي پنهنجي اظهار هيٺ آندو. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ انهن جي ڏکن ۽ سکن، مصيبتن ۽ مشڪلاتن، ايذائن ۽ اهنجن، خوشين ۽ خوشحالين جي ترجماني نهايت ئي سليس، سادي ۽ سهڻي اندازِبيان ۾ ڪئي. هن نہ فقط پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو استعمال ڪري، ان جي اٿاهہ لفظي ذخيري کي سهيڙيو آهي، پر پنهنجي قومي ۽ مادري ٻوليءَ سان عقيدت، محبت ۽ قوميت جي فطري جذبي جو هڪ واضح ۽ چٽو ثبوت بہ پيش ڪيو آهي. سندس شاعريءَ مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ، کيس سنڌي ٻوليءَ جي هرهڪ لهجي ۽ محاوري تي چڱي دسترس حاصل هئي، سندس شاعريءَ ۾ انهن سيني لهجن ۽ محاورن جي رس چس، مٺاس ۽ ميٺاج ملي ٿو. هيٺ ڏنل بيتن ۾ انهن لهجن کي چڱي ريت پرکي ۽ پروڙي سگهجي ٿو:

اسان جي، عنات چئي، ڪِٿهِين ڪا ڪريج
(ڪوهستاني)

پائر جي پيرن، آئين ڪو عرض ڪِجاءِ
(ٿري)

لوڪان چڱي لِڪ، جي هوءِ حضورِ حبيب سين.
(اترادي)

عدنئان، عنات چئي، تنهنجي حاصل ٿئي حاج
(وچولو يا معياري)

وڏا ورڻ ويڙئن ۾ ڪير ڳٽيندو ڪڪ
(لاڙي)

هو پنهنجي شاعريءَ ۾ " جنهن قصي کي بيان ڪري ٿو ان کي فطري ويس ڏيڪارڻ لاءِ لهجو بہ ان علائقي جو استعمال ڪري ٿو جنهن سان ان قصي يا داستان جو تعلق آهي. "(10) جيئن سُر مارئي ۾ هن اها ٺئي ٻوليءَ استعمال ڪئي آهي، جيڪا پورهيت طبقي سان لاڳاپيل هارين نارين ۽ ڌنارن جي ٻولي آهي:

سُڪي سوڪڙ ڪانبي ڪوڪڙ منهن ۾ مجر ماڪ
(مارئي 1_15)

سائون، سيارچ، مڪٽي، ساريان ساڻ هنيين
(مارئي 2_1)

ڪانگڙ جو گابن کي، مڙنئان موچارو
(مارئي 3_6)

اُودا، گُوندا، تنديا، ڦَرڪُرا ۽ لار
(مارئي 1_12)

مٿين بيتن ۾ "ڪانگڙ سائون، سيارچ ۽ مڪٽي" جهڙا لفظ تہ ٿهراڙي ۾ رهندڙ هر هڪ ڪُڙمي سمجهي سگهي ٿو پر شهر جي ماڻهوءَ جي لاءِ اهي لفظ شايد نوان هجن ! جڏهن تہ; سوڪڙ (ڪچا پيرون)، ڪوڪڙ(پڪل پيرون)، اودا (ننڍيا گوندا)، گوندا (ٻڪرين جا ڦر پورڻ لاءِ ننڍي قسم جا واڙا)، تنديا (ٻڪرين جي لاءِ ڏگها رسا يا ڳراها)،

ڦُرڪرا (ٻڪرين جا وڏا ڦر) ۽ لار (ٻڪرين جا ڪير پياڪ ڦر) جهڙا لفظ تہ ٿر ۾ رهندڙ هر ڏنار ۽ پورهيت ماڻهو سولائيءَ سان سمجهي سگهي ٿو.

اهڙي ريت "سُر توڏي" ۾ هو اهڙين شين جا نالا پنهنجي اظهار هيٺ ڪتب آڻي ٿو جيڪي ٻهڙارين ۾ رهندڙ مسڪين ۽ مفلس ماڻهو پنهنجي روزہ رہ جي زندگيءَ ۾ ڪاڏي پيتي جي شين طور استعمال ڪندا آهن. حيرت تہ ان ڳالهہ تي آهي، جو هن انهن شين جو استعمال بہ اهڙي تہ رومانوي انداز ۾ ڪيو آهي، جو ڪابہ شيءِ ڪٿي ڪا ٻاڙي يا پرتيءَ جي محسوس نٿي ٿئي، بلڪ اجا بہ پڙهندڙ کي مگن ۽ مست ڪري ٿي. جيئن هينين بيت ۾ ڏسو تہ هن کهڙي نہ پُرسوز ۽ نفيس انداز سان هڪ خوبصورت ۽ رومانويت سان ڀرپور پيرايي ۾ سهڻيءَ جي عشقي ڪيفيت کي بيان ڪيو آهي:

> مِهاران مهي، ڪا جا پيتائين پريم ڪِي
> تهن سُرڪ مُرڪ مستان ڪئي، لڳيس ڏُڏَ ڏهي
> تان تان ٿان نہ رهي، جان پيرو نہ ڪيائين پاڻ تي.
> (توڏي 1_4)

جڏهن تہ ٻين سُرن جهڙوڪ: سُر ڪاپائتي، سُر ديسي، سُر پرڀات، سُر رامڪلي، سُر سريراڳ ۽ سُر ڪاموڏ وغيره ۾ هو اهڙين ئي عام شين جا نالا پنهنجي شاعريءَ ۾ استعمال ڪري ٿو جيڪي انهن ڪردارن سان بلڪل ٺهڪي اچن ٿيون. سُر ڪاپائتي ۾ هو هنرمند ۽ پرت پريندڙ عورتن جي ٻولي، سُر ديسي ۾ جابلو علائقي ۾ رهندڙ ماڻهن جي ٻولي، سُر پِرڀات ۾ مڱڻهارن جي ٻولي، سُر رامڪلي ۾ جوڳين، سناسين ۽ سامين جي ٻولي، سُر سِريراڳ ۾ وڻجارن ۽ سُر ڪاموڏ ۾ وري مهاڻن ۽ ملاحن جي ٻولي ڳالهائي ٿو. جنهن مان اهو سڌي ريت ظاهر ٿئي ٿو تہ هو انهن ڪردارن سان لاڳاپيل ان قسم جي ٻوليءَ کي ئي يقيني ڀڻائڻ وڏيڪ موزون ۽ مناسب سمجهي ٿو. جنهن مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هن کي سنڌي ٻوليءَ تي سٺو دسترس حاصل هئي. جڏهن تہ وٽس لفظن جو وڏو ذخيرو موجود هو جنهن جي

شاهدي سندس شاعريءَ ۾ جابجاءِ ملي ٿي. ڊاڪٽر ڇيتو لالواڻي جي اِها ڳالهہ بلڪل سچ آهي تہ، " شاهہ عنات جي بيتن ۾ بيان جي گهڻي وسعت آهي، هن جي هر باب ۽ بيان ۾ سنڌي ٻوليءَ جي وسعت لياڪا پائيندي نظر اچي ٿي. "(11)

ان حقيقت کان ڪير بہ انڪار نٿو ڪري سگهي تہ، سندس ٻولي ٿوري گهڻي مقدار ۾ ڳُوڙهي ۽ دقيق بہ آهي، پر ان ڳالهہ مان اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ، ڪيس پنهنجي دور ۾ جيڪي بہ سنڌي ٻوليءَ جا نوان نوان ۽ انوکا لفظ معلوم ٿيندا ويا، تئين ئي هن پنهنجي شاعريءَ ۾ انهن لفظن جي استعمال کي يقيني بڻائي، سنڌي ٻوليءَ جي وسيع لفظي ذخيري کي هميشہ جي لاءِ لغت ۾ محفوظ ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر شازيہ سفير جي مطابق: " شاهہ عنايت (عنات) کي ٻوليءَ تي مڪمل عبور حاصل آهي، هڪ شيءِ لاءِ ڪيترائي لفظ ۽ ڪيترين ئي معنائن لاءِ هڪ لفظ استعمال ڪرڻ جو فن هو خوب ڄاڻي ٿو. "(12)

جيئن: اُٺ جي لاءِ ڪرهو چرهو چانگو ليڙو ڏاگهو جماز ۽ مَيو پنهنجي مالڪ جي ذات جي لاءِ آگو مولو داتا، ميان، راڄيا، الڪُ ۽ ڪانڍي، باهہ جي لاءِ آتش، ڄيرو ۽ آڳ، روشنيءَ جي لاءِ ڇِتائي، سهائي ۽ جوت، جوڳيءَ جي لاءِ سامي، سناسي، آديسي، ڪاپڙي ۽ ويراڳي وغيره جهڙا ڪوڙ سارا مثال سندس شاعريءَ ۾ موجود ملن ٿا. اهڙي ريت هن پنهنجي شاعريءَ کي وڌيڪ رنگين بڻائڻ جي لاءِ جهجهي مقدار ۾ عوامي چوڻين، ورجيسين، محاورن، پهاڪن ۽ اصطلاحن جو استعمال بہ ڪيو آهي، جهڙوڪ: اک ڦَرڪڻ، هٿ ڇُرڻ، ڪانگ لنوڻ، ٻيڙيون ٻاجهہ سين رکڻ، ڪچو پڪو ڪتا ستا وغيره جهڙن خوبصورت اصطلاحن، محاورن، ورجيسين ۽ صنعتن جي استعمال سان گڏوگڏ سندس شاعريءَ ۾، چوڻين جو استعمال بہ ڪثرت سان ملي ٿو:

سڪر سائي سِڪ، جا نہ آڇجي عام کي

( ڪنيات، 2_1)

مـگـڻا مَگُ مَ تن کي، ڏيڻ ڏهلو جَن
( پرڀات، 1_5)

هٿ چُرِي، اک ڦَري، موني لمي ڪانگ
(جيتسري، 1_5)

جي ڇُهي منجهہ ڇُڙيون، سي پيڙيون رکين پاجهہ سين.
(سِريراڳ، 1_7)

ڪچو پڪو ڪرهو ڪہ ٽيندياڻي ڪانَ
(ڪنيات، 2_11)

مون ڪتا ستا کِهَ جا، تن ويڙهيچن وچاڻ.
(مارئي، وائي، ص: 157)

ميين عنات پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪجهہ لفظن جون بگڙيل صورتون بہ پيش ڪيون آهن، جيڪي نہ فقط ان وقت سندس دور ۾ مروج هيون، پر اڄ بہ اهي لفظ عام طور تي ٻهراڙيءَ ۾ رهندڙ ماڻهو اڪثر ڪري ساڳئي آواز ۾ ئي اچاريندا آهن:

جَرڙا ٽئو جنجير، اِي سنيهو سُٽي ڪري.
( مارئي 1_6)

ستي سنجهہ صباح، ملنديءِ مِٺ ملير ۾.
( مارئي 1_5)

سِـج سياٽي جا ڪري، تهڙي لالائي لِڳن
( ڪنيات 1_13)

پُڇن توءِ شَرا، جُہ اندر عدالت اُن وهي.
( رامڪلي 1_5)

وجهي دست داوَن ۾، چئج صاحب ءِ سجاڻ
( ڌناسري 5_4)

ڪج پردو پڙديوارِ مهنجن مَتاين جو
(ڏناسري 2_20)

مٿين بيتن ۾ استعمال ٿيل لفظن جون اصل ۽ بگڙيل، ٻئي صورتون ميين شاهه عنات جي شاعريءَ ۾ موجود آهن، پر هن ڪوشش ڪري عام ماڻهن جي عوامي ٻولي ۽ لهجي وارا اچار به ڪتب آندا آهن ته، جيئن اهي به سندس شاعريءَ مان ڀلي ريت استفادو حاصل ڪري سگهن. هن پنهنجي شاعريءَ ۾ نهايت ئي سادي ۽ عام فهم ٻولي استعمال ڪئي آهي، جيڪا خاص طور تي سنڌ جي ٻهراڙين ۾ روزمره جي بنياد تي ڳالهائي ويندڙ زبان آهي.

## داخليت پسندي:

داخليت پسنديءَ وارو موضوع رومانويت ۾ ”معروضيت کي نظر انداز ڪري، ذاتي موضوعن کي ترجيح ڏيڻ وارو نظريو آهي. “(13) جنهن ۾ فقط هر شاعر پنهنجي داخلي جذبن، احساسن ۽ ڪيفيتن کي بيان ڪندو آهي. جيڪڏهن ڏسجي ته، ميين شاهه عنات جي شاعريءَ ۾ سندس داخلي جذبن، احساسن ۽ ڪيفيتن جو به هڪ چٽو عڪس نظر اچي ٿو. جنهن ۾ سندس درد، پيڙاءَ ۽ ڪرب سان ڀريل سٽون قاريءَ کي بي چين ۽ بيقرار ڪرڻ سان گڏ سندس اکين کي آلاڻ به بخشين ٿيون. هيٺين بيتن ۾ ڏسو ته، هو پنهنجي محبوب کي ئي پنهنجي دردن جي دوا ۽ دارون سمجهي ٿو جنهن ڪانسواءِ سندس ٻيو ڪوبہ حيلو وسيلو ڪونهي:

دارون لئي ڪارون، آنءِ نہ ڪندي ويج سين
ٻُڪِي ڏيندا ٻاجهہ جي، نهاري نهارون
جن جون سيڻ لهن سارون، تن کان ڏکندو ڏور ٿئي.
(جمن 1_7)

يا وري هي بيت ڏسو:

> ڪوءِ سي ويج طبيب، دارون درد گهوريان
> جن جي ڪل لهن قريب، تن کان ڏکندو ڏور ٿئي.
> (جمن 1_8)

هو پنهنجي اندروني جذبن ۽ ڪيفيتن جو اظهار نهايت ئي پُرسوز انداز ۾ ڪري ٿو. سندس تڙپ، تونس ۽ لڇ پڇ جو ڪوبہ ڇيد ۽ ڇيهہ ڪونهي. جيتوڻيڪ سندس محبوب سان ملڻ جي خواهش بہ پوري ٿئي ٿي، پر سندس ملڻ کان پهرئين هُن پنهنجي محبوب جي جدائي ۽ فراق ۾ وهندڙ ڳوڙهن کي ڏسو تہ، ڪهڙيءَ نہ دلفريب ۽ احساس سان "ڪوهي نارن" سان ڀيٽ ڪندي، هڪ خوبصورت تشبيهي انداز ۾ پنهنجي دردن جو داستان ڪجهہ هن ريت بيان ڪيو آهي:

> پلپل پور هزار، مونکي سدا سڄڻين
> تينءَ سي وهن اکيون، جينءَ سي ڪوهي نار
> سڄڻ سانگ سڏائيا، هُئا جيَ جيار
> ٻاجهائي ٻيهار، مٿي اگڻ آئيا.
> (پورب 3_6)

ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ ۾ درد جي مختلف ڪيفيتن سان گڏ خوشيءَ جون مختلف صورتون بہ ملن ٿيون. جيڪي سرمستي ۽ مدهوشيءَ جي حالت ۾ آهن. اها سرمستي ڪڏهن پرين جي نانءَ تي ملندڙ جام جي صورت ۾ آهي تہ، ڪڏهن وري سندس ملڻ سبب آهي. خوشين سان ڀرپور اهڙين رومانوي ڪيفيتن جو بيان سندس شاعريءَ ۾ ڪجهہ هن ريت ملي ٿو.

> پيالي پرين جي، مونکي پُر ڪيو
> ساقي! ان شراب مان ڀري ڏي پيو
> گهمان مست ٿيو اڳيان در دوست جي.
> (جمن 2_2)

يا وري هي وائي ڏسو:

ٽيئڙا سُک سبيل، غم گوندر غوشي ٽٽا
پِريَنِ پرچي پاڻَ ۾، ڏران ڏنائون ڏِيرَ
ٽيئڙا سُکَ سَبيل.

(پورب، وائي، ص: 211)

اهڙي طرح جيڪڏهن ڏسجي ته، هن جي شاعريءَ ۾ سندس داخلي جذبن، احساسن ۽ ڪيفيتن سان گڏوگڏ سندس شاعريءَ جي عوامي ڪردارن جهڙوڪ: وڻجارين جو سمنڊ يا درياءَ جي سفر تي ويل پنهنجي وڻجارن کي سارڻ، مارئيءَ جو پنهنجي ماروئڙن کي ياد ڪرڻ، جبلن جهڙي اڙانگي پنڌ تي نڪتل سسئيءَ جو سِڪڻ ۽ سڙڻ، جوڳين ۽ سامين جي تپسيا ۽ تارڪ الدنيا وارين مختلف ڪيفيتن ۽ حالتن جو عڪس به نظر اچي ٿو. جيئن وڻجارن جي ونين جو سج ايرڻ سان ئي سمنڊ يا درياءَ جي ڪناري تي اچي، پنهنجي وڻجارن کي ڳولڻ، واپس آيل وڻجارن کان انهن جو حال احوال پڇڻ، سندن اچڻ جي آس ۾ اداس ۽ نِراس ويهڻ، واپس ورڻ جي راهه تڪڻ، انهن جي اچڻ جي لاءِ باسون باسڻ، پنهنجي پير خضر کي ٻاڏائڻ، انهن جي فراق ۽ جدائيءَ ۾ جُهڄڻ ۽ جُهرڻ جهڙيون مختلف ڪيفيتون ڏسو ته هن ڪهڙي ريت هڪ خوبصورت منظرنگاريءَ سان رومانوي انداز ۾ پيش ڪيون آهن:

تَڙَ سِرِ تواري، اُيي مڱي اوسهيُون
آڪَڙيون اوڙاهہ ڏونہ، نئين سِج نهاري
آلا! اڱڻ آڻئين، سو وڻجارو واري
کِلي کيڪاري، تہ آنءِ ڳالهاري ڳُر لائيان.
(سريراڳ 2_1)

يا وري هي بيت ڏسو:

اُيي جَر جُهارِيَان، پاڻي لئي پِرينِ
خِضرِ پِيرُ خداءِ جو، مانَ موٽائي تِنِ

جَنِ گڏئا تن چيو اِجهي تا اچنِ
وِجي ولاتن ۾ جُڳَ لڳا کي جِنِ
سَئين سُرهايون لائيان، تن کي ڪارڻ تِنِ
الاهي! عنات چئي، سيئي محب ملن
آنءِ سپ ڳرهيان اُنِ، ڳالهڙيون فراقَ جون.
(سريراڳ 2_3)

اهڙي طرح مارئي پنهنجي ملڪ ۾ ماروئڙن کي ياد ڪري هنجون هاري ٿي ۽ پنهنجي ابن ڏاڏن ڏانهن واپس وڃڻ جي لاءِ عمر کي ميڙون ۽ منٿون ڪري ٿي:

مارو ماڳ مُهَرَ ۾ ڦَٽا ڪر فقير
ڪانا قيد ڪوٽيون، زيريون لاه زنجير
موڪل ڏهينم سومرا، عمرا! ڇڏ اسيرَ
وڃان وطن سامُهين، ثابت رکي سِير
مِلان منجهه مليرَ، ڏسان ڏاڏاڻن کي.
(مارئي 2_8)

سسئي پنهنجي وس ۾ نٿي رهي، جيڪا پنهون کي ڳولڻ خاطر برپٽ، بيابانن ۽ جبلن جو اڙانگهو سفر بہ قبولي ٿي. سندس سرتيون ۽ ساهيڙيون سيئي ڪيس روڪين ٿيون، پر هوءَ پنهنجي ارادي تي اٽل ۽ آڏول آهي:

سرتيون ۽ ساهيڙيون، سپ منهنجو ٿُورُ
ايندين هيون آتڻ ۾، جيڏيون جوين پورُ
موت نہ موٽائين مون، مڙيو ڪن مذڪور
آنءُ چان پسان هوت حضورُ هو واريو وِهارين مون.
(ديسي 4_4)

سُر توڏيءَ ۾ هن سهٽي جي اندروني آنڌ مانڌ ۽ لچ پچ کي بيان ڪيو آهي، جنهن ۾ هوءَ ميهار جي عشق ۾ بيوس ۽ لاچار نظر اچي ٿي:

جي مان جيڏيون وِسَهو تہ آنءُ نہ وهيٽي پاڻ
دل در ماندي دوس ري، تن جي تاڻو تاڻ
لڏيس نيهن نڌاڻ، نا تہ ڪُنن ۾ ڪير گهڙي.
(توڏي 2_6)

سُر جمن ۾ وري هو سچن عاشقن ۽ سالڪن جي پُر سوز ڪيفيتن ۽ حالتن کي بيان ڪري ٿو جنهن ۾ ڪٿي هو عاشقن کي کوريءَ ۾ جلندي، سڙندي ۽ پچندي "ٻاهر ٻاڦ نہ ڪيڻ" واري قول تي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو تہ، ڪٿي وري هو پتنگن وانگر پرواز ڪري، انهيءَ عشق جي کوريءَ ۾ ڪامي خاڪ ٿيڻ جو ڏس ڏئي ٿو:

مَچڻ روئين رت، پاٽي ڳاڙ مَ پڌرو
اولي اور، عنات چئي، سِڪڻ ايُ شرط
وحدت ڳڌئو وت، مچڻ خبر ٿئي ڪرن کي.
(جمن 1_2)

يا وري هي بيت ڏسو:

ڪامي کوري وچ ۾ پتنگ وئا' پچي
اُني وت آتش جي، سيڪا سُڌ سچي
موٽئو ڪونہ بچي، ڪامي سڀ خاڪ ٿئا.
(جمن 2_5)

اهڙي ريت جوڳي ۽ سامي، جيڪي پنهنجي نفس کي مارڻ جي لاءِ مختلف قسم جا چِلا ۽ ڪشالا ڪٽين ٿا، انهن جي لاءِ ڪين ڪهڙيون ڪهڙيون اذيتون ۽ مشڪلاتون درپيش اچن ٿيون ۽ هو ڪهڙي ريت پنهنجي حقيقي مالڪ کي ڳولي لهن ٿا. اهي سيئي ڪيفيتون ۽ حالتون ميين شاهہ عنات سُر رامڪلي ۾ جابجا بيان ڪيون آهن:

اُتر اوٺ نہ ڏين، صرفو ڪن نہ سِيَ جو
پون پوارڙا ڪري، تڏهن سمرٽيون سورين

آڏيَ جو عنات چئي، اُوءِ آلڪَ سين اورِينِ
جهوپا نہ جوڙين، مچڻ پوي وِٽ وصال جي.
(رامڪلي 1_3)

يا وري هي بيت ڏسو:

اوجاڳي کي آکرا، اوءِ سمهڻ پانئين سُورَ
اِي پَرِ آديسن جي، گهر ڏانهن کن نہ گُهورَ
کنهن پريان جي پُورَ اوءِ وڌي ويراڳي کئا.
(رامڪلي 2_8)

بهرحال سندس شاعري، انفراديت ۽ اجتماعيت جي داخلي جذبن ۽ احساسن سان سرشار آهي، جنهن ۾ جذبي ۽ خيال جي گهرائي، درد جو داستان ۽ اندر جو اظهار ئي سندس انفرادي سڃاڻپ آهي.

## انسان دوستيءَ جو پيغام:

هن ڌرتي تي رهندڙمظلوم ۽ محڪوم انسانن سان ٿيندڙ ظلم ۽ بربريت خلاف مزاحمت جو مظاهرو ڪرڻ، امن ۽ اتحاد کي قائم ڪرڻ، پيار ۽ پريت جي پيغام کي عام ڪرڻ جهڙو انسانيت پسنديءَ وارو فڪر، دنيا جي هر رومانوي شاعر جي تخليقي فڪر جي اهم خوبين ۾ هڪ اولين درجي جي حيثيت رکي ٿو. ميين شاهہ عنات جي شاعري بہ انساني فڪر جي انهن خوبين ۽ خاصيتن سان مالامال آهي، جنهن ۾ عام طور تي هر انسان جي لاءِ نياز نوڙت، عاجزي، انڪساري، پيار محبت، ادب، اخلاص ۽ سچائيءَ جي رستي تي هلڻ خاطر اخلاقي قدرن سان همر ڪنار هڪ اهم ۽ اعليٰ درجي جو پيغام سمايل آهي، جيڪو بنا ڪنهن رنگ، نسل ۽ مذهب جي بنياد تي دنيا جي هر انسان جي لاءِ هدايت ۽ رهبريءَ جو هڪ اهم ذريعو آهي. هيٺين بيتن ۾ ڏسو تہ، هو ڪيئن هر انسان کي هٺ ڌرمي، وڏائي ۽ ٻيائيءَ کي ختم ڪري، هن دنيا جي گولي تي امن، اتحاد ۽ محبت سان رهڻ جو تاڪيد ڪري ٿو. جيئن:

اڻ چوندن ڪيم چئو چوندن چيو وسار
(جمن 1_5)

جان چِئينءِ تان جيءُ چئو ٻوليءَ ٻي مَ وار
ڪرهي وڃ م قاضيين، منجهئي مفتي ڏار
نندي سڏ نافع، وڏو سڏ م وسار
هي جا خالق خلق خلقئي، سهہ تِهن جي آر
نظر ڪري نِهار، جن ڪمئو تن ڪٿئو.
( آسا 1_2)

هن نہ فقط پنهنجي شاعريءَ ذريعي عام انسانيت کي چڱائيءَ ۽ چوڪائيءَ جو درس ڏنو آهي، بلڪ هو تہ پنهنجي شاعريءَ ۾ موجود عوامي ڪردارن جهڙوڪ: جوڳين، سامين ۽ وڻجارن کي بہ ادب، اخلاص ۽ سچائيءَ جو سبق ڏئي ٿو جنهن ۾ هو وڻجارن کي سچ جو سودو ڪرڻ ۽ توڪل جي تُرهي کي ساڻ ڪرڻ، جڏهن تہ سامين کي سلوڪ جو راهون طئي ڪرڻ خاطر طمع ۽ طلب کي ڇڏي، هر حال ۾ صبر ۽ شُڪر جو ڏس ڏئي ٿو:

تن ۾ توہ طراز جو گهٽو رکج گهوري
ادب ۽ اخلاص جو سڙہ ٻڌج سوري
وکر وينتين جو تهن ۾ پاءِ توري
تہ عدنئان اوري، تنهنجو توائي نہ ٿئي.
(سريراڳ 1_4)

يا وري ”سُر رامڪليءَ“ ۾ هي بيتَ ڏسو:
ادب، اخلاص، صبر، شڪرانو ڏمر، ڏک وسار.
(رامڪلي 2_1)

ادب ڪر، عنات چئي، ڇڏي ريائون روڳ.
(رامڪلي 2_2)

رکي توکل تن ۾، پھرين پچائج پاڻ
سناسي، سيد چئي اھوئي ڄاڻج ڄاڻ
ڪيڍي چڏج ڪاپڙي، سندو غير گمان
پھرين پلج پاڻ، پوءِ پڇج پريتڻو.
(رامڪلي 2_3)

مٿين بيتن مان اھو ظاھر ٿئي ٿو تہ، ھو ان قسم جي ڪردارن سان تعلق رکندڙ ھر انسان کي ھڪ آدرشي پيغام ڏئي ٿو جنھن مان رومانويت جي ھڪ ٻي اھم خوبي ”آدرشيت (Idealism)“ بہ جنم وٺي ٿي.

بھرحال سندس شاعريءَ ۾ انساني خوبين ۽ خصلتن جي حوالي سان ٻيا بہ گھڻا سارا مثال موجود آھن، جن کي طوالت جي ڊپ کان ھتي پيش نٿو ڪري سگھجي. ھن تحقيق مان مجموعي طور اھو ثابت ٿئي ٿو تہ، ميون عنات سنڌي ٻوليءَ جو ھڪ اھم ۽ اعليٰ رومانوي شاعر آھي، جنھن جي شاعريءَ ۾ رومانويت جا مختلف موضوع ۽ پھلو جابجاءِ پنھنجي ڀرپوريت ۽ رومانوي حسناڪيءَ سان موجود ملن ٿا. جڏھن تہ، سندس منفرد ۽ مختلف اسلوب، سليس، سادي ۽ عوامي ٻوليءَ جھڙيون ڪيتريون ئي اھم خوبيون کيس سنڌي ٻوليءَ جي ٻين اساسي شاعرن کان الڳ ۽ جدا حيثيت بخشين ٿيون. ميين شاھہ عنات جي رومانوي شاعريءَ جي پرک ۽ چنڊ ڇاڻ جي حوالي سان، اسان فقط ڪٿي مان خرار پرکڻ واري اصول تي عمل ڪيو آھي. اميد تہ ھي اڀياس پڙھندڙن، توڙي پارکوئن جي چڱي اُڄ اُجھائي، انھن کي وڌي ڪم ڪرڻ لاءِ منجھن اتساھہ ۽ جذبو پيدا ڪندو.

## حوالا:


1. محمد حسن، ڈاکٹر، ”اردو ادب میں رومانوی تحریک“، کاروانِ ادب، ”ملتان“، 1993ع، ص: 15

2. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ”سنڌي ٻوليءَ جي ارتقا“، سنڌي لئنگوئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ، 2006ع، ص: 129

3. سميجو اسحاق، ڊاڪٽر (مرتب)، ”ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ جو اهم رتن: ميون شاهه عنات رضوي“ حضرت ميون شاهه عنات رضوي فائونڊيشن، 2019ع، ص: 10

4. کمال، منظر (مقالا) ''ولیم ورڈ سورتھ کا شعری تصورِ نقد''، اردو ریسرچ جرنل، شمارہ 12، دسمبر 2017ع، ص: 181_182

5. Preface to Lyrical Ballads by WilliamWordsworth,Harvard classics,1909-14,pg,No: 10

6. سميجو اسحاق، ڊاڪٽر (مرتب)، ”ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ جو اهم رتن: ميون شاهه عنات رضوي“ حضرت ميون شاهه عنات رضوي فائونڊيشن، 2019ع، ص: 197

7. ساڳيو ص: 197

8. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ”ميين شاهه عنات جو ڪلام“، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو 2010ع، ص: 349

9. کمال، منظر (مقالا) ''ولیم ورڈ سورتھ کا شعری تصورِ نقد''، اردو ریسرچ جرنل، شمارہ 12، دسمبر 2017ع، ص: 182

10. سفير، شازيه، ڊاڪٽر، ”شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو لسانياتي اڀياس“، سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو 2017ع، ص: 88

11. سميجو اسحاق، ڊاڪٽر (مرتب)، ”ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ جو اهم رتن: ميون شاهه عنات رضوي“ حضرت ميون شاهه عنات رضوي فائونڊيشن، 2019ع، ص: 128

12. سفير، شازيه، ڊاڪٽر، ”شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جو لسانياتي اڀياس“، ص: 88

13. شہزاد، سلیم، ''فرہنگ ادبیات''، قومی کونسل برائے اردو زبان نئی دھلی، 2018ع، ص: 372



ميون شاهہ عنات ڪلاسيڪي سنڌي شاعريءَ جو اهو سرتاج شاعر آهي، جنهن نہ رڳو ڪلاسيڪي شاعريءَ کي فني ۽ فڪري لحاظ کان نوان موڙ نيون روايتون ۽ نيون نُدرتون عطا ڪيون آهن، پر ان کي نَوَن موضوعن ۽ نئين لغوي ذخيري سان مالا مال ڪري، هڪ نئون ۽ وشال موضوعاتي ڪئنواس پڻ بخشيو آهي. هِن شاعريءَ جي 'شاهہ' جو سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي نِکار، ترويج ۽ اُن کي معيار جي لحاظ کان عروج تي رَسائڻ ۾ جيترو ڪردار آهي، حقيقت ۾ ايترو هُن جي شاعريءَ جي گهڻ رُخي فڪر، فلسفي ۽ فن تي، هن وقت تائين تحقيقي، تنقيدي ۽ تجزياتي نوعيت جو ڪم نہ ٿي سگهيو آهي.

سندس شخصيت ۽ شاعريءَ کي سمجهڻ جي سلسلي ۾، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو وڏي محنت، تحقيق ۽ علمي عرق ريزيءَ سان لکيل مقالو جيڪو هُن ميين شاهہ عنات جي مرتب ڪيل رسالي ۾، مقدمي طور ڏنو آهي، سٺي رهنمائي ۽ سهائتا ڪري ٿو. ان کان علاوه مختلف عالمن، محققن ۽ نقادن جي مقالن/ مضمونن تي محيط، ڊاڪٽر اسحاق سميجي جو سهيڙيل، 'ڪلاسيڪل سنڌي شاعريءَ جو اهم رتن – مِيون شاهہ عنات رضوي' پڻ قابل ذڪر ڪم آهي، پر ان جي باوجود ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ جي فڪر، فن ۽ موضوعاتي گوناگونيت تي، مفصل ۽ جزيات ۾ ڪم ڪرڻ جي وڏي گنجائش موجود آهي.

نوجوان محقق عرفان ڏاهريءَ جو ميين شاهہ عنات جي شاعريءَ جي رومانوي پهلوءَ تي هي تحقيقي ۽ تجزياتي پورهيو پنهنجي نوعيت جو نئون، منفرد ۽ معياري ڪم آهي، جيڪو ميين عنات جي شاعريءَ جي تفهيم ۾، سٺي معاونت سان گڏوگڏ سندس شاعريءَ کي نئين زاوين سان پرکڻ، پروڙڻ ۽ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جي حوالي سان پڻ سهڪاري ٿي سگهي ٿو.

**ڊاڪٽر فياض لطيف**

حيدرآباد، 12 نومبر 2021ع

